# سنڌي لازمي (نائين) ڪلاس لاءِ

## (شاگردن لاءِ نوٽس)

٭

### سنڌ سلامت ڪتاب گهر جو ڪتاب نمبر: 42


نالو: سنڌي لازمي نائين ڪلاس لاء (نوٽس)

سهيڙيندڙ: سليم رضا خاصخيلي

ڪمپوزنگ: گُل حسن لاڪو ۽ سليم رضا خاصخيلي


## سنڌ سلامت ڪتاب گهر

www.sindhsalamat.com

سنڌ سلامت سنڌي ٻوليءَ جي ڪتابن جي ذخيري کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائڻ لاءِ **ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن** متعارف ڪرائڻ جو جيڪو سلسلو شروع ڪيو آهي، ان سلسلي جو **ٻائيتاليهون** (42) ڪتاب **سنڌي لازمي نائين ڪلاس لاءِ (نوٽس)** شاگردن لاءِ پيش ڪجي ٿو.

هن نوٽس جي سهيڙ **سائين سليم رضا خاصخيلي** جي محنتن جو نتيجو آهي، جڏهن ته ڪمپوزنگ سنڌ سلامت جي مانواري ميمبر **گل حسن لاڪو ۽ راجه سليم خاصخيلي** جي ڪوششن جو ثمر آهي. اسان ڪوشش ۾ آهيون ته سنڌي شاگردن لاءِ خاص نوٽس ۽ سائنسي معلومات فراهم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيون.

اوهان سڀني دوستن، پڙهندڙن، سڄڻن، بزرگن ۽ ساڃاهه وندن جي قيمتي مشورن، راين، صلاحن ۽ رهنمائي جو منتظر.

**محمد سليمان وساڻ**
مينيجنگ ايڊيٽر ( اعزازي )
سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام
salamatsindh@gmail.com
**www.sindhsalamat.com**

# 1.حضور اڪرم ﷺ جن جا اخلاق مبارڪ

## نوٽ

حضور اڪرم ﷺ جن سڄيءَ دنيا لاءِ نيڪيءَ ۽ ڀلائي جا سرچشما آهن. حضور ﷺ جن جي اخلاق مبارڪ کي مسلم توڙي غير مسلم عالمن به مڃيو ۽ ساراهيو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جي اخلاق مبارڪ جي شاهدي خود قرآن مجيد ۾ موجود آهي.
يعني”بيشڪ توهان لاءِ رسول الله ﷺ جي ذات ۾ نهترين نمونو آهي“.
ٻئي هنڌ ارشاد آهي ته :

اِنَّکَ لَعلیٰ خُلُق عَظِیم

يعني ”بيشڪ ( اي محمد)! تون سهڻي اخلاق جي وڏي مرتبي تي آهين“.
ام المومنين حضرت عائشه رضہ فرمايو ته ”جيڪي ڪجهه قرآن مجيد ۾ موجود آهي اهي حضور اڪرم ﷺ جن جا اخلاق مبارڪ آهن“. مطلب ته پاڻ سڳورن ﷺ جي سڄي حياتي قرآن مجيد جو عملي تفسير آهي. حضور اڪرم ﷺ جن ڏاڍا مهربان، رحمدل ۽ ٻاجهارا هوندا هئا.
پاڻ سڳورا ﷺ پاڻ بکيا رهي به غريبن ۽ مسڪينن کي کاڌو کارائيندا هئا. حضور ﷺ جن غريب ۽ مسڪين اصحابن جي شاديءَ وغيره جو خرچ پاڻ برداشت ڪندا هئا. حضور ﷺ جن يتيمن ۽ بيواهن جي هر قسم جي مدد ڪندا هئا. غلامن کي گهر جو ڀاتي سمجهندا هئا. پاڻ ﷺ ڪڏهن به ڪنهن سان ڪاوڙ مان نه ڳالهائيندا هئا. پاڻ ﷺ پنهنجو سمورو ڪم پنهنجي هٿن مبارڪن سان ڪندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن هميشه اها دعا گهرندا هئا ته”يا الله! مون کي مسڪينيءَ ۾ جيار، مسڪينيءَ ۾ پاڻ وٽ گهراءِ حشر ۾ مسڪينن سان گڏ اُٿار“.
نبي ڪريم ﷺ جن پاڙيوارن سان به تمام سهڻي اخلاق سان پيش ايندا هئا. پاڙيسرين کي سوکڙيون ڏيندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ هر بيمار کي پڇڻ لاءِ به ويندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ تمام گهڻا مهمان نواز هوندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ جي مهمانن ۾ مسلم توڙي غير مسلم شامل هوندا هئا.
پاڻ سڳورا ﷺ نهايت ئي صفائي پسند هوندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ ڳالهه ٻولهه به آهستي آهستي ۽ مٺي آواز ۾ ڪندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ هميشه بامقصد ڳالهه ڪندا هئا. پاڻ پنهنجي ڪٽر دشمنن کي به معاف ڪري ڇڏيندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي دشمنن لاءِ به دعا گهرندا هئا ته يا الله! هنن کي معاف ڪر ڇو جو هي مون کي نه ٿا سڃاڻن. پاڻ سڳورا ﷺ ٻارن سان ڏاڍو پيار ڪندا هئا. اڄ جڏهن هيءَ اخلاقي دنيا تباهه ٿي چڪي آهي. ماديت پرستي وڌي چڪي آهي. ان جي نتيجي ۾ دنيا مان امن ختم ٿي چڪو آهي. دنيا کي امن جو گهوارو بنائڻ لاءِ اسان کي نبي ڪريم ﷺ جن جي اخلاق مبارڪ تي عمل ڪرڻو پوندو. سندن اخلاق مبارڪ سڄي دنيا لاءِ اميد جو هڪ روشن ڪرڻو آهن.

## مشـــــق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**1.پاڻ سڳورنﷺجي اخلاق مبارڪ جي قرآن مجيد ڪهڙي شاهدي ڏني وئي آهي؟**

جواب: پاڻ سڳورنﷺجي اخلاق مبارڪ جي باري ۾ هن ريت شاهدي ڏني وئي آهي ته:

لَقَدۡ كَانَ لَكُمۡ فِيۡ رَسُوۡلُ اللهِ اُسۡوَه حَسَنَةٌ

يعني"بيشڪ توهان لاءِ رسول الله جي ذات ۾ بهترين نمونو آهي".

قرآن مجيد ۾ ٻئي هنڌ ارشاد آهي ته:

اِنَّکَ لَعلیٰ خُلُق عَظِيۡم

يعني"بيشڪ (اي محمد) تون سهڻي اخلاق جي وڏي مرتبي تي آهين".

**2.حضورﷺ جن غلامن بابت ڪهڙي تلقين ڪئي آهي؟**

جواب: حضورﷺ جن غلامن بابت تلقين ڪئي آهي ته "جهڙو توهين پهريو تهڙو انهن کي پهرايو جهڙو توهان کائو تهڙو انهن کي به کارايو".

**3.پاڙي بابت سنڌيءَ ۾ ڪهڙي چوڻي مشهور آهي؟**

جواب: پاڙي بابت سنڌيءَ ۾هيءَ چوڻي مشهور آهي ته "پاڙو نبين کي به پيارو آهي".

**4.پاڻ ڪريمﷺ جن پنهنجن مهمانن سان ڪيئن پيش ايندا هئا؟**

جواب: پاڻ سڳوراﷺ وڏا مهمان نواز هئا. مسلمان توڙي ڪافرن مهمان تي ايندا هئا. پاڻ سڳوراﷺ جو وڏيءَ دل سان آدرڀاءُ ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته گهر ۾ جيڪو ڪجهه به هوندو هو. اهو مهمانن آڏو آڻي رکندا هئا. سندن سڄو گهر فاقي ۾ رهندو هو. پاڻﷺ رات جو اٿي مهمانن کان پڇا ڪندا هئا ته ڪا تڪليف ته ڪا نه اٿوَ.

**5.اعليٰ اخلاقي قدرن جو وجايل ماڳ ڪيئن ٿو ماني سگهجي؟**

جواب: نبي ڪريمﷺ جن جا اخلاق مبارڪ سموري انسان ذات لاءِ وات جو لاٽ آهن. انهيءَ لاٽ جو سهاءُ اخلاقي قدرن جي وجايل ماڳ تي رسائڻ لاءِ اڄ به اسان جون سونهون بڻجي سگهي ٿو.

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

1.اعتراف: قبول ڪرڻ

جملو : پاڻ سڳورنﷺ جي سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ جو اعتراف سندن ڪٽر دشمنن به ڪيو آهي.

2.ڪٽر : سخت

جملو :پاڻ سڳوراﷺ پنهنجي ڪٽر دشمنن کي به معاف ڪري ڇڏيندا هئا.

3.مرتبي : شان، رتبي

جملو : رسول ڪريمﷺ جن مرتبي ۾ سڀني نبين ۾ اعليٰ هئا.

4.هيڻن : ڪمزورن

جملو : اسان کي گهرجي ته مشڪل گهڙي اچڻ تي هيڻن جا همراهه ٿيون.

5.فاقي : بک

جملو : غريب ويچارا اڪثر فاقي تي هوندا آهن.

6.ڏاڍ ڏهڪاءُ : جبر ۽ خوف

جملو : ظالم حڪومت ماڻهن جي دلين ۾ ڏاڍ ڏهڪاءُ پکيڙي ڇڏيو آهي.

7.سهاءُ : روشني

جملو : نبي ڪريمﷺ جن جي سموري زندگي اسان لاءِ لاٽ جو سهاؤ آهن.

8.ماڳ : هنڌ، جاءِ

جملو : موئن جو دڙو سنڌ جي قديم تهذيبي ۽ ثقافتي ماڳن مان هڪ آهي.

9.سونهون : واقف

جملو : اڻ واقف ئي رستو ڏيکاري ماڻهوءَ کي کو سونهون سڳهي ٿو.

## (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| نيڪي | بدي |
| ڀلائي | برائي |
| سخي | ڪنجوس |
| هيڻن | طاقتورن |
| مهمان | ميزبان |
| نوان | پراڻا |
| فتح | شڪست |
| پستين | بلندين |

## (د) هيٺيان خال ڀريو:

1.پاڻ سڳوراﷺ غلامن کي پنهنجي گهر جو ڀاتي سمجهندا هئا.

2.پاڻ سڳوراﷺ پاڙيسرين جي سارسنڀال لهندا هئا.

3.پاڻ ڪريمﷺ جن قول ڪندا هئا، ته اهو پاڙيندا هئا.

4.حضور اڪرمﷺ بيمارن کي پڇڻ ويندا هئا.

# 2.حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ

نوٽ

حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ رسول الله ﷺ جن جي پياري نياڻي حضرت فاطمة الزهراء عَلَـيۡہِ السَّلامُ ۽ پاڻ سڳوراﷺ جي سڳي سؤٽ حضرت علي ڪَـرَمَ اللهُ وَجهه جا فرزند هئا.

حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ جي ولادت 3 شعبان 4ھ/جنوري 626ع تي مد يني شريف ۾ ٿي.

سندن ڪنيت عبدالله آهي. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو آهي تہ ”حسين مون مان آهي ۽ مان حسينؑ مان آهيان جيڪو حسينؑ سان محبت ڪري ٿو الله ان سان محبت ڪري ٿو“.هڪڙي ڀيري پاڻ سڳورنﷺ جي نماز ۾ سجدي واري حالت ۾ حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ ننڍپڻ ۾ پاڻ سڳورنﷺ جي پُٺيءَ مبارڪ تي ويهي رهيا.

پاڻ سڳورنﷺ تيستائين سجدي مان ڪنڌ نہ ڪنيو جيستائين ٻالڪ پنهنجي رضا سان هيٺ نہ لٿو!

حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ ننڍي هوندي کان ئي اصلاح ۽ تعليم ڏانهن لاڙو رکندا هئا. مديني جا اڪابر اسلامي مسئلن جي ڏس ۾ وٽن ايندا هئا. پاڻ عَلَـيۡہِ السَّلامُ قرآن مجيد جو مطلب ۽ رسول اللهﷺ جون حديثون بيان فرمائيندا هئا. پاڻ عَلَـيۡہِ السَّلامُ گهڻو ڪري عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهندا هئا. روزا گهڻا رکندا هئا ۽ سادي غذا سان افطار ڪندا هئا. اعليٰ حسب نسب هوندي بہ حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ بيحد نهٺا ۽ ٻاجهارا هئا. حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ ٻانهن جون خطائون بخش ڪندا هئا، فقيرن سان سهٺو سلوڪ ڪندا هئا. ٻانهن کي آزاد ڪندا هئا، غريبن ۽ مسڪينن جي گهرن تي ڪاٺو پهچائيندا هئا ۽ قرضين جا قرض لاهيندا هئا.

حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ فصاحت ۽ بلاغت، علم ۽ حڪومت ۾ بہ پنهنجو مَٽ پاڻ هئا.

حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ جو اهو ڪارنامو، جنهن بين الاقوامي شهرت حاصل ڪئي. عاشوري 61ھ جي قرباني آهي. حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ جي ارتقا کي پنهنجين اکين سان ڏٺو هو. اسلامي تاريخ جا سمورا شروعاتي واقعا سندن سامهون ٿيا. 56ھ ۾ صورتحال تڏهن خراب ٿي وئي. جڏهن يزند کي ولي عهد نامزد ڪيو ويو. حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ ان جي سخت مخالفت ڪئي. يزيد، حج جي موقعي تي حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ کي شهيد ڪرائڻ جي سِٽ سِٽي پاڻ عَلَـيۡہِ السَّلامُ ان جي سخت مخالفت ڪئي، پر پاڻ عَلَـيۡہِ السَّلامُ صورتحال کي پروڙي، الله جي گهر جي حُرمت قائم رکندي، حج کي عمري ۾ تبديل ڪري مختصر قافلي ۽ ڪجهہ جان نثار ساٿين، خواتين ۽ ٻارن سان گڏ عراق ڏانهن روانا ٿيا.

2 محرم 61 ھ تي حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ ڪربلا پهتا. يزيد جي بيعت ڪرائڻ لاءِ حضرت امام حسينؑ جي ساٿين، خواتين، ٻارن تي تمام گهڻيون سختون ڪيون ويون. شهادت جي شـروعات حضرت امام حسينؑ جي سرويچ ساٿين کان ٿي. پوءِ عزيزن جو وارو آيو. علي اڪبر کان وٺي اصغر تائين سيني شـهادت جو جام پيتو. ٽن ڏينهن جي اڃ ۽ بُک. هيترن ساٿين ۽ عزيزن جي شـهادت بہ حضرت امام حسين عَلَـيۡہِ السَّلامُ جي عزم ۾ ڪو فرق نہ آندو. پاڻؑ دشمن جي اٿاهہ لشڪر ۾ ڪاهي پيا. نيٺ وڇيٺءَ ويل زخمن سان چُور ٿي، زمين تي ڪري پيا. پاڻؑ خداوند تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ سربسجود ٿيا. ڪنهن کي بہ وار

ڪرڻ جي همت نہ ٿي. نيٺ شمر جي هُشيءَ تي حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ جو سرمبارڪ ڌڙ کان ڌار ڪيو ويو.

حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ حق ۽ باطل جي هن جنگ ۾ دين جي بقا لاءِ جيڪا قرباني ڏني، دنيا جي تاريخ اڄ تائين قربانيءَ ۽ ايثار جو اهڙو مثال پيش نہ ڪري سگهي آهي.

## مــــشـــــق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ جي ولادت ڪڏهن ٿي؟**

جواب: حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ جي ولادت 3 شعبان 4هه/جنوري 626ع تي مديني شريف ۾ ٿي.

**2.حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ ڪنهن جي پاڪ هنج ۾ پليا ۽ نپنا؟**

جواب: حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفىٰ ﷺ، حضرت بي بي فاطمة الزهراء عَلَيۡهَا السَّلامُ ۽ حضرت علي ڪَرَمَ الله وجهہ جن جي پاڪ هنج ۾ پليا ۽ نپنا.

**3.پاڻ سڳورن ﷺ حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ بابت ڇا فرمايو آهي؟**

جواب: پاڻ سڳورن ﷺ حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ بابت فرمايو آهي تہ ”حسين مون مان آهي ۽ آئون حسين مان آهيان، جيڪو حسين سان محبت ڪري ٿو الله تعاليٰ ان سان محبت ڪري ٿو“.

**4. 11هه تي اهل بيت کي ڪهڙا ڏکوئيندڙ حادثا پيش آيا؟**

جواب: 11هه 632ع تي رسول الله ﷺ جن رحلت فرمائي، 3جمادي الآخر11هه تي حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ جي امڙ حضرت بي بي فاطمة الزهراء عَلَيۡهَا السَّلامُ رحلت ڪئي. انهن ڏکوئيندڙ واقعن کي اهل بيت وڏي صبر سان سَٺو.

**5.حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ ننڍي وهيءَ کان ڪهڙو لاڙو رکندا هئا؟**

جواب: حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ ننڍي وهيءَ کان ئي اصلاح ۽ تعليم ڏانهن لاڙو رکندا هئا.

**6.حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ جو اهو ڪهڙو ڪارنامو آهي. جنهن بين الاقوامي شهرت حاصل ڪئي؟**

جواب: حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ جو اهو ڪارنامو جنهن بين الاقوامي شهرت حاصل ڪئي عاشوري 61 هہ جي قرباني آهي.

**7.حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ ڪربلا ۾ ڪهڙيءَ تاريخ تي پهتا؟**

جواب: حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ ڪربلا ۾ 2 محرم 61 هہ تي پهتا.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو.

1.ولادت : پيدائش

جملو : حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ جي ولادت مديني شريف ۾ ٿي.

2.ارتقا : ترقي

جملو : اسان کي پنهنجي ارتقا لاءِ محنت ڪرڻ گهرجي.

3.اڳرائي : شروعات

جملو : اسان کي ڪنهن بہ ڪم ۾ اڳرائي ڪرڻ کان پهرين ضرور سوچڻ گهرجي.

4.رضا : مرضي

جملو : اسان کي اهم ڪم والدين جي رضا سان ڪرڻ گهرجي.

5.معرڪي: واقعي، جنگ

جملو : حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ هر معرڪي ۾ پنهنجي والد سان گڏ رهيا.

6.مصروف : مشغول

جملو : ڳوٺن ۾ گهريلو عورتون اڪثر پرت پرڻ ۾ مصروف رهنديون آهن.
7.نهنا : عاجز
جملو : اعليٰ حسب نسب هوندي به حضرت امام حسين عَلَـيِّہ السَّلامُ بي حد نهنا هئا.
8.تڪبر : وڏائي
جملو : اسان کي ڪڏهن به تڪبر نه ڪرڻ گهرجي.
9.سرويچ : بهادر، سر ڏيڻ وارو
جملو : اسان کي آزادي سرويچ ماڻهن جي ڏنل قربانين سبب ملي.
10.عزم : حوصلو
جملو : اسان کي سچ جو ساٿ ڏيڻ جو عزم ڪرڻ گهرجي.
11.هُشي : اشتعال ڏيارڻ، چرچ، اشارو
جملو : شمر جي هُشيءَ حضرت امام حسين عَلَـيِّہ السَّلامُ جو سر ڌڙ کان ڌار ڪيو ويو.
12.باطل : ناحق، ڪوڙ
جملو : اسان کي ڪڏهن به باطل جو ساٿ نه ڏيڻ گهرجي.

## (ج) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکو:

| اصطلاح | معنيٰ |
|---|---|
| سهڻو سلوڪ ڪرڻ | سنو ورتاءُ ڪرڻ |
| پنهنجو مٽ پاڻ هئڻ | پنهنجو مثال پاڻ هئڻ |
| سِٽ سِٽڻ | سازش ڪرڻ، منصولو ناهڻ |
| سر ڏئي سَوهو ٿيڻ | جان ڏئي نالو ڪمائڻ |

## (د) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| سادي | اُچي |
| غريب | امير |
| مخالفت | حمايت، موافقت |
| مختصر | طويل |
| باطل | حق |
| صلح | جنگ |

## (هه) هيٺين لفظن جا اشتقاق ڪريو ۽ معنيٰ لکو:

1.سيدالشهداءِ:
سيد= سردار+ال= جو+ شهداءِ = شهيد= شهيدن جو سردار
2.اهل بيت:
اهل= اولاد + بيت= گهر= نبي جي گهر جا ڀاتي
3.ٻاجهارا:
ٻاجهه= رحم+ وارا= ڪندڙ، ڪرڻ وارو= رحم ڪندڙ
4.بين الاقوامي:
بين= وچ ۾+ال= جو+اقوام= قومون= قومن جي وچ ۾ قومن جو اتحاد
5.صورتحال:
صورت = شڪل+حال= هلندڙ= هلندڙ حال

6.سربسجود:
سَر= مٿو + بَ = ۾+ سجود = سجدي= سجدي ۾ سر هجڻ

# 3.قومي اتحاد

**نوٽ**

وڏڙا ويچارا چئي ويا آهن ته”ايڪي ۾ اتحاد ۾ برڪت آهي“. اتحاد لاءِ اهڙيون ڪيتريون ئي چوٽيون آهن جهڙوڪ:”ٻه ته ٻارهن“يا ”جهجهن ڪنئي چپر ڪڇي“. دين ۾ اسلام اسان کي زندگيءَ جي هر موڙ تي ايڪي ۾ اتحاد جو درس ڏنو آهي.
قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ جو اشاد آهي ته:”الله جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو ۽ پاڻ ۾ ٽولا ٽولا نه ٿيو“. ”بيشڪ مؤمن پاڻ ۾ ڀائر آهن“. دين اسلام ۾ ذات پات جو پيدياءُ ڪا به حيثيت نه ٿي رکي. قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي ته ”اي انسانو! توهان کي هڪ مرد ۽ هڪ عورت (آدم ۽ حوا) مان پيدا ڪيو ويو آهي. پوءِ قبيلا ۽ ذاتيون ٺاهنسين، ته جيئن اوهان هڪٻئي کي سڃاڻي سگهو“. دين اسلام ۾ سيئي ڀيڻ ۽ ڀاءُ آهيون. ان ڪري سيني انسانن کي هڪٻئي سان ڀائپيءَ سان هلڻ گهرجي ۽ ڀائپي ايڪي ۽ اتحاد جي ٻيو نالو آهي.
دين اسلام جو توحيد وارو نظريو، هڪ خدا جي تصور ڏيڻ سان گڏوگڏ انساني برابريءَ تي به زور ڏئي ٿو. جيڪو ايڪي ۽ اتحاد جي منزل تائين رسائي ٿو. جنهن به قوم ۾ اتحاد هوندو آهي، ان جي ٻيون قومون به عزت ڪنديون آهن. ايڪو ۽ اتحاد زور ۽ زبرستيءَ سان قائم نه ٿو ڪري سگهجي. ان لاءِ سمجهه ۽ ساڃاهه ضروري آهي. ايڪي ۽ ارتحاد جي ضرورت ۽ اهميت جو احساس انسان جي اندر ۾ جاڳڻ گهرجي. اهڙو ئي اتحاد جٽادار ٿيندو.
انسان کي اهو سمجهڻ گهرجي ته جتي ايڪو ۽ اتحاد هوندو آهي، اتي رب پاڪ جي رحمت پئي وسندي آهي. ٻڌي ۽ ايڪي سان ڏکيا ڪم به سولا ٿي پوندا آهن. سنڌ جي سداحيات شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه انسان کي ٻڌيءَ ۽ ايڪيءَ، اتحاد ۽ اتفاق لاءِ، پکين جي پريت جو ڪيڏو نه سهڻو مثال ڏنو آهي.

وَڳُر ڪيو وَتَنِ، پرت نه ڇنڻ پاڻ ۾،
پَسو پکيڙَنِ، ماڙهِنئان ميٺُ گهڻو.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.اتحاد بابت سنڌيءَ ۾ ڪهڙيون چوڻيون مشهور آهن؟**

جواب: اتحاد بابت سنڌيءَ ۾ هي چوڻيون مشهور آهن:

”ايڪي ۾ اتحاد ۾ برڪت آهي“ ”ٻه ته ٻارهن“ ۽ ”جهجهن ڪنئي ڇپر ڪڇي“.

**2.دين اسلام زندگيءَ جي هر موڙ تي اسان کي ڪهڙو پيغام ڏنو آهي؟**

جواب: دين اسلام زندگيءَ جي هر موڙ تي ايڪي ۽ اتحاد جو درس ڏنو آهي ۽ نفاق ۽ انتشار کان بچڻ جي تلقين ڪئي آهي.

**3.توحيد جو نظريو ڇا تي زور ٿو ڏئي؟**

جواب: دين اسلام جو پيش ڪيل توحيد جو نظريو خدا کي هڪ ڪري مڃڻ سان گڏوگڏ انساني برابريءَ تي به زور ڏئي ٿو.

**4.جپان ۽ جرمن قومن شڪست جو احساس ڪيئن ختم ڪيو؟**

جواب: جپان ۽ جرمن قومن شڪست جو احساس اتحاد ۽ مسلسل محنت سان ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ويون.

**5.شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ اتحاد لاءِ ڪهڙو مثال ڏنو آهي؟**

جواب: سنڌ جي سداحيات شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ انسانن کي ٻڌي، ايڪي ۽ اتحاد لاءِ پکين جي پريت جو هڪ سهڻو مثال ڏنو آهي.

وڳـر ڪيـو وَتـنَ، پـرت نہ ڇـنـڻ پـاڻ ۾،

پَسو پـکيـڙَنِ، مـاڙهِـنـئـان مـيـٺ گهـٽـو.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.اجاگر : روشن

جملو : اسان کي پنهنجي ملڪ جو نالو اجاگر ڪرڻ لاءِ محنت ڪرڻ گهرجي.

2.اَملهه : جنهن جي ڪا به قيمت نہ هجي.

جملو : هر قوم ۾ اتحاد ۽ اتفاق جهڙا املهه گڻ هئڻ گهرجي.

3.وانجهجي: خالي

جملو : جيڪا به قوم اتحاد جهڙي املهه گڻ کان وانجهجي وڃي ٿي اها ڪڏهن به ڪامياب نٿي ٿي سگهي.

4.ڪٽرپڻي : سخت دشمني

جملو : اسان کي ڪڏهن به ڪنهن سان ڪٽرپڻو نہ ڪرڻ گهرجي.

5.ڀيدڀاءُ : فرق

جملو : هڪ استاد کي شاگردن ۾ ڀيدڀاءُ نہ ڪرڻ گهرجي.

6.ويڇا : فرق

جملو : جڏهن ماڻهن ۾ ويڇا پيدا ٿي ويندا آهن تڏهن ايڪو ۽ اتحاد ختم ٿي ويندو آهي.

7. فوقيت: اهميت

جملو : اسان کي گهرجي تہ ٻين شين کي ڇڏي صرف علم پرائڻ کي فوقيت ڏيون.

8.نبيرڻ : حل ڪرڻ
جملو : اسان کي ڪنهن به مشڪل کي سهٽي نموني سان نبيرڻ گهرجي.
9.سهنج : آساني
جملو : جيڪڏهن اسان ۾ قرب ۽ ٻڌي هوندي ته هر مشڪل سهنج ٿي ويندي .
10.مسلسل: لڳاتار، جاري هجڻ
جملو : مسلسل محنت ڪندڙ ٻار ضرور امتحان ۾ ڪامياب ٿيندا آهن.
11.شڪست: ناڪامي
جملو : ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ جپاني ۽ جرمن قومن کي شڪست آئي هئي.

## (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| نفاق | اتفاق |
| انتشار | اتحاد |
| گڻ | اوگڻ |
| ترقي | تنزلي |
| شڪست | سوڀ |
| ختم | شروع |
| پاڙ | چوٽي |
| سهنج | اهنج |
| آزاد | قيد |
| ڪامياب | ناڪام |
| رحمت | زحمت |
| ميٺ | ڪاوڙ |

## (د) هيٺيان خال ڀريو:

1.دين اسلام ۾ ذات پات جو پيداءُ ڪا به حيثيت نه ٿو رکي.
2.پائيپي ايڪي ۽ اتحاد جو ٻيو نالو آهي.
3.ٻيءَ مهاڀاري لڙائيءَ ۾ ٻنهي قومن کي شڪست آئي هئي.
4.ٻڌيءَ ۽ ايڪي سان ڏکيا ڪم به سهنج ٿي پوندا آهن.
5.اها ٻاهه ٻارڻ ته سولي آهي، پر وسائڻ ڏاڍي ڏکي آهي.
6. وَڳُرَ ڪيو وتن، پرت نه ڇنن پاڻ ۾،
پَسو پکيڙنِ، ماڙهنئان ميٺ گهٽو.

## (ه) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.اوجهڙ ۾ اٽڪڻ : مصيبت ۾ پوڻ
جملو : جڏهن ڪنهن قوم ۾ اتحاد ۽ اتفاق نٿو رهي اها قوم حسد،ساڙ ۽ دشمنيءَ جي اوجهڙوهڙ ۾ وجو.
2.اوڙاهه ۾ ڪرڻ : اونهيءَ کڏ ۾ ڪرڻ
جملو : جڏهن قوم ٻڌي نه ٿي رهي. اها قوم تنزل جي اوڙاهه ۾ وڃو ڪري.
3.لڙيءَ ۾ پوئجڻ : هڪ ٿي وڃڻ
جملو :عرب قوم جيڪا ڇڇل تسبيح جي داڻن وانگر پکڙيل هئي لڙيءَ ۾ پوئجي آهي.
4.پاڙپٽڻ : خيم ڪري ڇڏڻ

جملو : جڏهن دين اسلام جي روشني عرب ۾ پهتي ته جهالت واري دور جي پاڙپٽجي وئي.

5.ممڻ مچڻ : فساد پيدا ڪرڻ

جملو : پاڻ ۾ اتحاد نه هجڻ ڪري اڪثر ننڍين ننڍين ڳالهين تي ممڻ مچيو وڃي.

6.ڪير ڪند تيڻ : هڪ تيڻ

جملو : ڳوٺ جي وڏيري جو فرض آهي ته پاڻ ۾ ناراض ڳوٺاڻن کي ڪير ڪند ڪري جڏي

# 4.علامہ آءِ. آءِ. قاضي

## نوٽ

اهو لنڊن جو هڪ پليٽفارم هو. هڪ مسافر (علامہ آءِ. آءِ. قاضي) ترتڪڙ ۾ هڪ گاڏي جي دٻي ۾ چڙهي پيو، جتي ان جي ملاقات هڪ اجنبي دوشيزه مادام ايلسا گرٽرو ڊولش سان ٿي. ان حسن اتفاق کان ترت ٿي پوءِ علامہ صاحب سان سندس شادي 1910ع تي جرمني ۾ ٿي.

علامہ صاحب جو پورو نالو امداد علي آهي ۽ پيءُ جو نالو قاضي امام علي انصاري آهي. علامہ صاحب جو جنم دادو ضلعي جي تاريخي ڳوٺ پاٽ شريف ۾ 9 اپريل 1886ع تي ٿيو. ننڍي هوندي علامہ صاحب کي آخوند عبدالعزيز جي مڪتب ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليو ويو. پاڻ اٺن سالن جي عمر ۾ مسجد جي مؤذن جا فرض پڻ سرانجام ڏيندو هو. علامہ صاحب جي اڪثر تعليم خانگي طور تي ٿي. 18 سالن جي عمر ۾ پرائيويٽ اميدوار جي حيثيت سان سنڌي ورنيڪيولر فائنل جو امتحان پاس ڪيائين. جنهن ۾ فارسي ۾ پهريون نمبر آيو. 1905ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ به خانگي طور تي پاس ڪيائين. ان کان پوءِ کيس اعليٰ تعليم پرائڻ لاءِ عليگڙهه مسلم يونيورسٽيءَ ۾ داخل ڪرايو ويو. علامہ صاحب کي عليگڙهه مان گهرائي انگلنڊ روانو ڪيو ويو. لنڊن ۾ علامہ صاحب پهريون هڪ سال خانگي طور تي "اقيصاديات" جو اڀياس ڪيو. ٻئي سال لنڊن اسڪول آف ايڪنامڪس ۾ داخلا مليس. اتي ڊاڪٽر ڪئنن سندس استاد هو. ان سان گڏوگڏ پاڻ ڊاڪٽر آرنلڊ کان نفسيات ۽ پروفيسر هابهائوس کان عمرانيات ۾ تعليم پرائيندو رهيو. "طبيعات" ۽ "حياتيات" جو پڻ پنهنجي ليکي اڀياس ڪندو هو. جامع الازهر جي استاد شيخ گوما کان سواءِ ڊاڪٽر ٽريٽن عربيءَ ۾ سندس استاد رهيا.

1911ع ۾ علامہ صاحب کي لِنڪنس اِن مان بارائٽ لاءِ سَنڌ ملي. 1919ع ۾ علامہ صاحب ٽنڊي محمد خان ۾ مئجسٽريٽ مقرر ٿيو، پوءِ حيدرآباد ۾ سب جج هو. خيرپور ميرس ۾ 10 سالن لاءِ سيشن جج مقرر ڪيو ويو. عدالتي معاملن تان استعيفا ڏئي، لنڊن ۾ اسلام جي تبليغ لاءِ هڪ مرڪز قائم ڪيائين. جنهن کي

"جميعة المسلمين" نالي هڪ جماعت هلائڻ لڳي. لنڊن ۾ اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز ۾ سنڌي پڙهائڻ شروع ڪيائين. کيس "پوئٽري سوسائٽي آف انگلنڊ" جو نائب صدر ۽ "فلاسافيڪل سوسائٽي آف انگلنڊ" جو تاحيات ميمبر مقرر ڪيو ويو.

1924ع ۾ لنڊن مان موٽي، جناح ڪورٽس ڪراچيءَ جي مسجد ۾ پيش امام ٿي جمعي جو خطبو پڙهندو هو. 1935ع ۾ مولانا ظفر علي خان جي سهڪار سان ڪراچيءَ ۾ "انجمن تبليغ اسلام" قائم ڪيائين. علامہ صاحب جو مطالعو ڏاڍو وسيع هو. مذهب، سائنس، فلسفي، ادب، شاعري، آرٽ، تاريخ ۽ تمدن، لغت ۽ منطق، نفسيات ۽ تصوف تي سندس گهري نظر هئي. سندس ذڪر ۽ فڪر جو محور قرآن شريف هو.

علامہ صاحب جو وڏي ۾ وڏو ماخذ "شاهه جو رسالو" آهي. ايلسا قاضيءَ جي شاهه جي چونڊ بيتن جي انگريزي ڪتاب جو مهاڳ پڻ لکيو اٿس. علامہ صاحب جو زنده ڪارنامو سنڌ يونيورسٽيءَ جو قيام

آهي. 1951ع ۾ ڪيس لنڊن مان گهرائي، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بڻايو ويو. علامه صاحب زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ لاڪيٽي لطيف جو "سُرسهڻي" گهڻو پڙهندو هو. علامه صاحب، پنهنجي رفيق حيات جي وفات کان پوءِ اڪيلو ۽ ويڳاڻو ٿي پيو ۽ پاڻ ايلسا قاضيءَ جي وفات کان هڪ سال پوءِ 13 اپريل 1968ع تي وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه سنڌ يونيورسٽيءَ ڪالوني، ڄام شورو ۾ آهي. سندس تربيت سان لڳ سندس رفيق حيات ايلسا قاضيءَ جي تربيت آهي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.علامه آءِ. آءِ. قاضي جو پورو نالو ڇا آهي؟**

جواب: علامه صاحب جو پورو نالو امداد علي ولد امام علي انصاري آهي.

**2.علامه صاحب جو جنم ڪهڙي تاريخي ڳوٺ ۾ ٿيو؟**

جواب: علامه صاحب جو جنم دادو ضلعي جي تاريخي ڳوٺ پاٽ شريف ۾ ٿيو.

**3.علامه صاحب ڪراچيءَ جي ڪهڙيءَ مسجد ۾ جمعي جو خطبو ڏيندو هو؟**

جواب: علامه صاحب جناح ڪورٽس جي مسجد ۾ جمعي جو خطبو ڏيندو هو.

**4.علامه صاحب کي ڪهڙي سال سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بڻايو؟**

جواب: علامه صاحب کي 1951ع ۾سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بڻايو ويو.

**5.علامه صاحب جو وڏي ۾ وڏو زندهه ڪارنامو ڪهڙو آهي؟**

جواب: علامه صاحب جي زندگيءَ جو وڏي ۾ وڏو ڪارنامو سنڌيونيورسٽيءَ جو قيام آهي.

**6.علامه صاحب وائيس چانسلريءَ تان استعيفا ڇو ڏني؟**

جواب: انتظاميه طرفان يونيورسٽيءَ ۾ ڪنهن به قسم جي مداخلت کي علامه صاحب ڪڏهن به پسند نه ڪيو، جنرل ايوب خان جي مارشل لا واري دور ۾ انتظاميه جي اهڙي مداخلت تي علامه صاحب استعيفا ڏئي ڇڏي.

**7.علامه صاحب جي آخري آرامگاهه ڪٿي آهي؟**

جواب: علامه صاحب جي آخري آرامگاهه سنڌ يونيورسٽيءَ ڪالوني ڄام شوري ۾ آهي.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.پَرِ : رسم،رواج

جملو : تڏي تي آيل دشمنن کي به معاف ڪرڻ سنڌ جي ماڻهن جي پَرِ آهي.

2.اجنبي : اڻ واقف

جملو : اسان کي اجنبي مَاڻهن کي صحيح رستو ڏيکارڻ گهرجي.

3.اُڪِليو: نڪتو

جملو : استاد ٻارن کان سوال پڇيو ته انهن جي وات مان هڪ لفظ به نه اُڪِليو.

4.سائڻ : صاحبه

جملو : حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ سچي سائڻ بي بي فاطمة الزهراء جا فرزند هئا.

5.ڀُل : غلطي، چُڪ

جملو : جيڪڏهن اسان کي ڪا ڀُل ٿي وڃي ته اسان ان جو اعتراف ڪرڻ گهرجي.

6.وهيءَ : عمر

جملو : حضرت امام حسين عَلَيۡہِ السَّلامُ ننڍي وهيءَ کان ئي تعليم ۽ اصلاح ڏانهن لاڙو رکندا هئا.

7.مؤذن : اذان ڏيڻ وارو

جملو : علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ ان اٺن سالن جي عمر کان ئي مسجد ۾ مؤذن جا فرض سرانجام ڏيندو هو.

8.خانگي : غير سرڪاري
جملو : علامہ صاحب جي تعليم گهڻو ڪري خانگي طور تي ٿي.
9.اڀياس : مطالعو
جملو : لنڊن ۾ علامہ صاحب پهريون سال خانگي طور تي اقتصاديات جو اڀياس ڪيو.

10.ويڳاڻو: اداس
جملو : علامہ صاحب ايلسا قاضيءَ جي وفات ڪانپوءِ ويڳاڻو ٿي پيو.
11.آرامگاهہ: آرام جي جاءِ
جملو : علامہ صاحب جي آخري آرامگاهہ سنڌ يونيورسٽيءَ ڪالوني ڄام شوري ۾ آهي.

### (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| صحيح | غلط |
| مرد | عورت |
| خانگي | سرڪاري |
| اعليٰ | ادنيٰ |
| استاد | شاگرد |
| بلندي | پستي |
| زنده | مرده |
| خواب | حقيقت |

### (د) هيٺيان خال ڀريو:

1.علامہ صاحب جي اڪثر تعليم خانگي طور تي ٿي.
2.اعليٰ تعليم پرائڻ لاءِ ڪيس عليڳڙهہ مسلم يونيورسٽيءَ ۾ داخل ڪرايو ويو.
3.پاڻ لنڊن ۾ اسڪول اورينٽل اسٽڊيز ۾سنڌي پڙهائڻ شروع ڪيائين.
4.قرآن شريف ڪان پوءِ علامہ صاحب جو وڏي ۾ وڏو ماخذ "شاهہ جو رسالو" آهي.
5.علامہ صاحب 13 اپريل 1968ع ۾ وفات ڪئي.

# 5.گنجي ٽڪر جو سير

## نوٽ

سيد کي سير ۽ سواريءَ جو دل ۾ شوق پيدا ٿيو، سو دوستن سان صلاح ڪري. سير جو سامان تيار ڪري، ويچارا ۾ هئا، ته ڪهڙي مڪان بهشت سمان جو ديدار فرحت آثار حاصل ڪري، دل بهلائجي ۽ روح ريجهائجي. انهن خيالن ۾ غلطان محو ۽ مستان هئا، ته هڪ ڪارن ڪڪرن جي قطار ۽ گوڙ جي گجگوڙ آسمان ۾ نظر آئي. سيني مت ڏني ته" گنجي پيرن جي منجي (ڪٽ)" جي گهمڻ جو ارادو ڪجي. سو گنجي جو گس ورتائون تان جو درگاهه اولياءُ حضرت عبدالرحمان سرهنديءَ جي زيارت ڪري، وڏي مشڪل سان جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي، جان ڪٽي ڪنڌ ڦيرايون ته واهه! عجب عالم نظر آيو. جڻ ڪنهن عالم روحانيءَ ۾ ملڪن مهماني ڪئي هجي. يا موليٰ مهر ڪري جيئري جنت جو جلوو پسايو هجي. برسات برسي، بهار لائي، گنجي کي گلزار بڻائي ڇڏيو آهي. منداتي مينهن جبل جي جنسار کي اهڙو ته سرسبز ۽ سائو بڻائي ڇڏيو، جو جڻ قدرت جي ڪنوار پنهنجي سينگار لاءِ، سائي ساڙهي بڻائڻ جو ارادو ڪيو هو. گاهن ۽ گلن جا قسم ايترا، جو ڳڻي ڳڻجن ڪيترا.

ڊامڻ ۽ ڊيور، تل ۽ تراين جي ڪنار سرسبزه زار بڻائي هئي. للر ۽ لَنب، جبل جي جسم کي جامهٔ زمردين پهرائي عجب گلڪار لڳائي هئي. نرم نرم وٿاتيءَ زمين تي موٿ ۽ مڪٽين جي موج هئي. جتي ڪٿي ميها ۽ مُنگها پوچ. جبل جي ميدان تي وري ڪي چوٽيون چوٽيون ٽڪريون نظر آيون ٿي. جن مصر جي مخروطي منارن جي ڏيکائي ڏني ٿي. اهي منارا ته هوندا پٿر جا، پر هي ٽڪريون ريشم روءِ، نفيس ۽ نرم. سسئيءَ جي پٽر جي ساوڪ سبب زمرد جون جڙيل نظر آيون ٿي. ڏنار ڪتوريءَ پنهنجي مارو ماڻهن جو مغز معطر ڪيو ٿي. ڳاڳون ۽ ڳاڳا، ڳم ۽ ڳنڊير، سڀ بوند برسي بود ۾ آندا هئا. سائي سهڻي ميدان تي قسمين قسمين رنگ برنگ جهنگلي گل هئا. جي ٽڏن ٽڏن جهوٽڪن تي نچي ٽپي رهيا هئا ۽ مسافر جي محنت ۽ ماندگي مِٽائي رهيا هئا.

آخر ۾ اسان ۽ ڏنارن پنهنجي منڊلي مچائي ڪنهن نڙ وڄايو، ڪنهن بانسريءَ کي بڻايو. ڪنهن سورٺ، ڪنهن ڪچيو سرڪاپات، ڪو مورو چوڻ ۾ مست ۽ ڪنهن ڇَلي ۾ ڪيو ڇيهه، ڪنهن سارنگ ڳايو. ڪنهن لوڙائي جي ڪئي لات، اهڙي مني آواز، سريلي ساز، ڏنارن کي وجد ۾ آڻي ڇڏيو ۽ قلندرن وانگر جهمريون پائڻ، نچڻ ۽ ٽپڻ لڳا.

## مـــشـــق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.سيد ميران محمد شاهه کي سير ۽ سواريءَ جو شوق ڪهڙي وقت دل ۾ پيدا ٿيو؟**

جواب: ڪاري رات پرهه ڦٽي پرڀات کان موڪلائي پنهنجي مڪان ڏي موٽي رهي هئي. پکي پکڻ، ماٺهون مرون ننڊ نيڻن مان ڪيي، پاڻ واحد جي واکاڻ ۾ رنيائي ۽ ريجهائي رهيا هئا. ان روح کي راحت ڏيندڙ ۽ سيني کي سرور بخشيندڙ ساعت ۾ سيد کي سير ۽ سواريءَ جو شوق دل ۾ پيدا ٿيو.

**2.گنجي ٽڪر تي پهتا ته ڇا محسوس ڪيائون؟**

جواب: جڏهن هو گنجي ٽڪر تي پهتا ته هنن کي عجب نظارا (عالم) نظر آيو. جنهن سپ ڏک ڏاکڙو وڃائي ڇڏين. پهريان ته انهن پانيو ته ڪنهن عالم روحاني ۾ مَلڪن مهماني ڪئي اٿن يا وري موليٰ مهر ڪري جيئري جنت جو جلوو پسايو اٿن.

**3.ڏنارن جي منڊليءَ مان ڪهڙا ساز ڇڏائون؟**

جواب: ڏنارن جي منڊليءَ مان نڙ، بانسري، چلي جا ساز ۽ سُرڪاپات، سارنگ، سورٺ، مورو ۽ لوڙائي جي لات آواز ڇڏائون.

**4.گنجي ٽڪر جي دامن ۾ ڪهڙي مشهور بزرگ جي درگاهه آهي؟**

جواب: گنجي ٽڪر جي دامن ۾ پير عبدالرحمٰن سرهنديءَ جي درگاهه آهي.

**5.هن سبق ۾ گاهن، گلن ۽ وڻن جا جيڪي نالا آهن، سي لکو.**

جواب: هن سبق ۾ گاهن، گلن ۽ وڻن جا نالا هي آهن ڊامڻ، ڊيور، موٺ، مڪڙيون، منگها، ميها، چاهڪ، گاگون، گاگا، گنڊيير، للر، لنب، گر.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.پرڀات : صبح سوير فجر

جملو : ڪاري رات پرهه ڦٽي پرڀات کان موڪلائي پنهنجي مڪان ڏانهن موٽي رهي هئي.

2.غلطان : محو، مستان

جملو : هوءَ پنهنجي ڪم ڪرڻ ۾ غلطان ٿي وئي.

3.اولياءُ : بزرگ، الله وارو

جملو : سنڌ ۾ ڪيترن ئي اوليائن جون مزارون آهن.

4.گونا گون : قسمين قسمين

جملو : ڪراچيءَ ۾ گوناگون پارڪ آهن.

5.جهڳمڳ : رنگ برنگي روشني

جملو : گنجي ٽڪر جي سائي سطح تي رنگ برنگي گلن جي جهڳمڳ نظر آئي ٿي.

6.مَت : عقل، هوش

جملو : اسان جي دوست عليءَ مت ڏني ته اچ دريائي سنڌ جو سير ڪرڻ گهرجي.

7.معطر : خوشبودار

جملو : باغيچي ۾ گهمڻ سان دماغ معطر ٿي ويندو آهي.

8.پُوچ : گهٽا

جملو : برسات ڪانپوءِ ٽر ۾ ڪنيپون پوچ نظر آيون.

### (ج) هيٺين لفظن جهڙا ٻيا لفظ ٻڌايو:

**مثـــال: ڇٽُن جي ڇهه ڇهه- هيڙين جي هو هو.**

**ٻيا لفظ:**

**ڪانون جي ڪان ڪان، ڪبوترن جي ڪو ڪو، ڪتن جي ڀؤ ڀؤ ۽ شينهن جي گجگوڙ.**

## (د) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.ننڊ حرام ڪرڻ : آرام ڦٽائڻ

جملو : ڪانون جي ڪان ڪان، ڪبوترن جي ڪو ڪو غافل جي ننڊ حرام ۽ بستر ناڪام ڪري ڇڏيو.

2.دل بهلائڻ : دل وندرائڻ

جملو : ڪراچي ۾ اڪثر ڪري ماڻهو آچر تي ٻارن جي دل بهلائڻ لاءِ تفريحي پارڪن ۾ وڃي ويندا آهن.

3.سر جو سانگو ڪرڻ : جان جي پرواهه ڪرڻ

جملو : فوجي دشمن سان وڙهڻ وقت سر جو سانگو ڪندي جنگ ڪندا آهن.

4.منڊلي مچائڻ : محفل مچائڻ

جملو : اسان سيني دوستن گڏجي منڊلي مچائي.

5.نوش جان ڪرڻ : کائڻ پيئڻ

جملو : پوڙهَ متاثرن کي جيئڻ ئي کاڌو مليو، هنن جلدي نوش جان ڪري ورتو.

6.پلر پيئڻ : مينهن جو پاڻي پيئڻ

جملو : ٿر ۾ ماڻهو گهڻي وقت تائين پلر پيئندا رهندا آهن.

## (هه) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| حرام | حلال |
| چوٽي | پاڙ |
| ڏک | سک |
| ڪنوار | گهوٽ |

# 6.اسلامي سيڪريٽريٽ

نوٽ

سن 1948ع ۾ فلسطين جي سرزمين تي ناجائز طور اسرائيلي حڪومت قائم ڪئي وئي. اتي جي مسلمان رهاڪن کي ملڪ بدر ڪيو ويو. اهو حال ڏسي مسلمان ملڪن ويچار ڪيو ته جيستائين مسلمان ملڪ متحد نه ٿيندا، تيستائين هو انهن سازشن کي منهن ڏئي پنهنجا مونجهارا ۽ مسئلا دور ڪري نه سگهندا. انهيءَ جذبي مسلمان ملڪن کي هڪٻئي جي ويجهو آندو ۽ انهيءَ طرح مسلمان سربراهن جي ڪانفرنس جي شروعات ٿي. انهيءَ اتحاد ۽ اتفاق جي سلسلي ۾ سعودي عرب جي شاهه فيصل مرحوم وڏو ڪردار ادا ڪيو. سيپٽمبر 1969ع ۾ مراڪش جي شهر رباط ۾ پهرين مسلمان سربراهه ڪانفرنس منعقد ٿي. فيبروري 1974ع ۾ مسلم سربراهه ڪانفرنس جو ٻيو تاريخي اجلاس لاهور ۾ منعقد ٿيو، جنهن ۾ دنيا جي سمورن مسلمان ملڪن جا سربراهه شريڪ ٿيا. انهيءَ اجلاس جي اعلان جي نتيجي ۾ اسلامي سيڪريٽريٽ جون سرگرميون تيز ٿي ويون. سيڪريٽريٽ جدي ۾ هڪ اسلامي بئنڪ به قائم ڪئي، جنهن ۾ مسلمان ملڪ پنهنجا پيسا جمع ڪرائيندا ۽ اهي پيسا ضروتمند مسلمان ملڪن کي قرض طور ڏنا ويندا، ته جيئن هو پنهنجي ملڪ جي ترقيءَ ۽ وڌاري جون رٿائون مڪمل ڪري سگهن.

ٽيين ڪانفرنس جو لاءِ 1975ع ۾ جدي ۾ منعقد ٿي. هن ڪانفرنس ۾ سيڪريٽريٽ ۾ هڪ نئون شعبو قائم ڪيو ويو. جن ملڪن ۾ مسلمان اقليت ۾ آهن، انهن جي مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ اهڙو شعبو قائم ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت اسلامي سيڪريٽريٽ مجموعي طور مسلمانن جي حقن جي حفاظت ڪري رهي آهي.

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

### 1.اسلامي سيڪريٽريٽ ڇا کي ٿو چئجي؟

جواب: اسلامي سيڪريٽريٽ اسلامي ملڪن جي فلاح وبهبود جو هڪ ادارو آهي.

### 2.اسلامي سيڪريٽريٽ ڪيئن ٺهي؟

جواب: مسلمان ملڪن ۾ اهو احساس آهستي آهستي پيدا ٿيڻ لڳو. تہ اسان جي خلاف بين الاقوامي سطح تي سازشون سٽجي رهيون آهن. انهن سازش جو نتيجو اهو نڪتو جو 1948ع ۾ فلسطين جي سرزمين تي ناجائز طور اسرائيلي حڪومت قائم ڪئي وئي ۽ اصلو ڪن رهاڪن کي ملڪ بدر ڪيو ويو. اهو حال ڏسي مسلمان ملڪن ويچار ڪيو تہ جيستائين مسلمان ملڪ متحد نہ ٿيندا. تيستائين هو انهن سازش کي منهن ڏئي پنهنجا مونجهارا ۽ مشڪلاتون دور ڪري نہ سگهندا. انهيءَ جذبي مسلمان ملڪن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آندو ۽ انهيءَ طرح مسلمان سربراهن جي ڪانفرنس جي شروعات ٿي.

### 3.ڪهڙا ملڪ اسلامي سيڪريٽريٽ جا ميمبر آهن؟

جواب: هيٺيان ملڪ اسلامي سيڪريٽريٽ جا ميمبر آهن.

الجيريا، اردن، انڊونيشيا، ايران، بنگلاديش، برونئي، مصر، بحرين، تيونس، ترڪي، پاڪستان، چاڊ، سعودي عرب، سيراليون سينيگال، سوڊان، شام، ڪويت، صوماليہ، عمان، قطر، گني، لبيا، لبنان، ملائيشيا، ماريطانيہ، مالي، متحده عرب امارات، مراڪش، نائيجيريا ۽ يمن.

### 4.اسلامي سيڪريٽريٽ جو ڪهڙو ڪم آهي؟

جواب: اسلامي سيڪر يٽريٽ جو ڪم آهي سيني ملڪن جي وچ ۾ رابطو ڪرڻ، هڪ ٻئي جا مشورا ٻڌڻ، هڪ ٻئي سان سنا تعلقات قائم ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ.

### 5.اسلامي سيڪريٽريٽ برپا ڪرڻ ۾ ڪنهن جو وڏو هٿ هو؟

جواب: اسلامي سيڪريٽريٽ برپا ڪرڻ ۾ سعودي عرب جي شاهہ فيصل مرحوم جو وڏو هٿ هو.

### 6.رباط ۾ جيڪ مسلمان سربراهہ ڪانفرنس ٿي تنهن ۾ ڪيترو خرچ آيو ۽ ڪهڙيون رٿون طيءِ ڪيون ويون؟

جواب: سپٽمبر 1969ع ۾ مراڪش جي شهر رباط ۾ پهرين مسلمان سربراهہ ڪانفرنس منعقد ٿي. جنهن تي ٽيهہ لک روپيہ خرچ آيو اهو سڄورو خرچ شاهہ فيصل مرحوم برداشت ڪيو. انهيءَ ڪانفرنس ۾ مسلمان ملڪن جي اتحاد ۽ اتفاق تي زور ڏنو ويو ۽ مطالبو ڪيو ويو تہ بيت المقدس مسلمانن کي موٽائي ڏنو وڃي.

### 7.مسلم سربراهہ ڪانفرنس جو ٻيو تاريخي اجلاس ڪٿي ۽ ڪڏهن ٿيو؟

جواب: مسلم سربراهہ ڪانفرنس جو تاريخي اجلاس ان وقت جي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي جي ڪوشش سان 1974ع لاهور ۾ ٿيو.

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڦڙڪڻ | جهولڻ | هوريان | آهستي |
| ڪوتاهي | غفلت | مونجهارا | مشڪلاتون |
| يلغار | حملو | ويچار | خيال |
| وحدت | هيڪڙائي، ايڪو | منشور | سوچ، نظريو، خيال |
| پتوڙيو | ڪوشش ڪئي | نگواني | سنڀال |
| ٺهراءُ | قرارداد | منعقد | قائم ڪرڻ |
| رٿائون | منصوبا | غاصبانه | ظالمانه |
| ننديڻ | مذمت ڪرڻ | ويڇا | وڇوٽيون،فرق |

## (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| آخر | اول |
| غلط | صحيح |
| هوريان | ڏاڍيــان |
| مستقبل | حال،ماضي |

**1.زمان حال متشڪي**: متشڪي لفظ جي معنيٰ هي آهي"شڪ هئڻ".
فعل جي اها صورت جا ڏيکاري ته، فعل واري ڪم جو هلندڙ وقت ۾ ٿيڻ جو شڪ آهي، ته ان فعل جو زمان "زمان حال متشڪي" ٿيندو آهي.

مثـــــال:

1. افضل پڙهندو هوندو.
2. اسان لکندا هوندا سون.

**2.زمان ماضي متشڪي**: فعل جي اهڙي صورت، جا ڏيکاري ته فعل واري ڪم جي گذريل وقت ۾ ٿيڻ ۾ شڪ آهي، تنهن"زمان ماضي متشڪي" چوندا آهن.

مثـــــال:

1. مون لکيو هوندو.
2. ڇوڪرن راند ڪيڏي هوندي.

**3.زمان ماضي شرطيہ**: فعل جي اها صورت جا ڏيکاري ته، فعل وارو ڪم گذريل وقت ۾ پورو ٿئي ها جيڪڏهن پيل شرط پورو ٿئي ها.

مثـــــال:

1.آءٌ لکان ها جيڪڏهن قلم هجي ها.
2.اسلم نانگ ماري ها جيڪڏهن لٺ هجيس ها.

# 7.شخصيت ۽ لباس

## نوٽ

فاريه هڪ وڏگهراڻي جي ڇوڪري هئي، فاريه کي پنهنجن سرتيءَ سسئيءَ جي جنم ڏينهن تي وڃڻو هو. هن اوچا اوچا لباس هوندي سوندي بازار مان هڪ نهيل نڪيل پيڪيدار ۽ مهانگو وڳو ورتــو. سسئيءَ جي پارٽيءَ ۾ ڪنهن به ٻي ڇوڪريءَ کي اهڙو قيمتي لباس پاتل نه هو. ڇوڪريون ٽولين ۾ ورهائجي پاڻ ۾ رلي ملي ويون.

فاريه ڏٺو ته گهڻيون ڇوڪريءَ، هڪڙي ڇوڪريءَ کي گهريو ويٺيون هيون ۽ سندن ڪچهري متي پئي هئي، فاريه به اوڏانهن هلي وئي، سسئيءَ، فـاريه جو تعارف مارئي سان ڪرايو. پارٽيءَ مان موٽنندي فـاريه کي احساس ٿيو ته ٻيـون ڇـوڪريون عام لباس پائي به خوش هيون ۽ هوءَ ايڏو مهانگو لباس پهري به اداس هئي.

پـارٽيءَ ۾ فـاريه کي مارئيءَ تمام گهڻو متاثر ڪيو، هن جو بنا ميڪ اپ چهرو، ڳالهائڻ جو ڍنگ، لبـاس جي سـادگي وغـيره، فـاريه مارئيءَ سان ملڻ جو اهڙو اظهار سسئيءَ سان ڪيو. پوءِ هڪهڙي ڏينهن فاريه ۽ سسئيءَ مارئيءَ جي گهر ويون.

مارئيءَ وڏيءَ دل سان سندن آجيان ڪئي. گهر ۾ مارئيءَ جي ماءُ پاڙي جي نينگرين کي پرت پرڻ سيکاري رهي هئي. فاريه ڏٺو ته مارئيءَ جو گهر ننڍو پر صاف سٿرو هو.

مارئيءَ جي ڪمري ۾ هرشيءِ پنهنجي جاءِ تي نهايت ئي سليقي سان رکيل هئي. فاريه جي پڇڻ تي مارئيءَ پنهنجي لباس جي باري ۾ ٻڌائيندي چيو ته آئون پنهنجا ڪپڙا پاڻ ڊزائن ڪري سبندي آهيان. انهن کي پرت پڻ پاڻ ڀريندي آهيان. جنهن ڪري اهي سادا ڪپڙا سهڻا لڳندا آهن. ڪٽنگ ڪرڻ مهل ۽ سبڻ مهل ان ڳالهه جو خيال رکندي آهيان، ته جيئن گهرج پٽاندر ڪپڙن کي کولي وڏو ڪري سگهجي، لباس اهڙو هجي جيڪو توهان جي شخصيت کي اجاگر ڪري، نه کي توهان جي شخصيت کي لڪائي ڇڏي، ٻيو ته ڪپڙو اهڙو ونجي، جنهن مان گهٽ خرچ ۾ سهڻو لباس ٺاهي سگهجي، ان ڏس ۾ موقعو، مهل ۽ موسم کي به ڌيان ۾ رکڻ گهرجي.

## مشـــق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.فاريہ رسالي ۾ ڪهڙي چوٽي پڙهي هئي؟**

جواب: فاريہ ڪنهن رسالي ۾ اها چوٽي پڙهي ته”هڪ ويسو انسان، سؤ ويسو لباس“.

**2.فاريہ پنهنجي شخصيت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ڪهڙو فيصلو ڪيو؟**

جواب: فاريہ پنهنجي شخصيت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ اهو فيصلو ڪيو تہ هوءَ پنهنجي شخصيت کي نِتِ نون لباس سان اجاگر ڪندي.

**3.هن سسئيءَ جي جنم ڏينهن تي بازار مان ڇا خريد ڪيو؟**

جواب: هن سسئيءَ جي جنم ڏينهن تي بازار مان نهيل نڪيل، پيپڪيدار ۽ مهانگو وڳو ورتائين ۽ هڪ قيمتي تحفو بہ.

**4.فاريہ کي مارئيءَ جي ڪهڙيءَ ڳالهہ متاثر ڪيو؟**

جواب: هن جو بنا ميڪ اپ چهرو، ڳالهائڻ جو ڍنگ ۽ لباس جي سادگيءَ فاريہ کي متاثر ڪيو.

**5.مارئيءَ جي ماءُ پاڙي جي نينگرين کي ڇا جي سکيا ڏئي رهي هئي؟**

جواب: مارئي جي ماءُ پاڙي جي نينگرين کي پرت پرڻ جي سکيا ڏئي رهي هئي.

**6.لباس جي معاملي ۾ ڪهڙيون ڳالهيون آڏو رکڻ گهرجن؟**

جواب: لباس لاءِ بنيادي ڳالهہ اها آهي تہ لباس توهان جي شخصيت کي اجاگر ڪري، نہ ڪي توهان جي شخصيت کي لڪائي ڇڏي، ٻيو تہ ڪپڙو اهڙو ونجي، جنهن مان گهٽ خرچ ۾ سهڻو لباس ٺاهي سگهجي ، ان ڏس ۾ عمر، موقعو، مهل ۽ موسم کي بہ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي.

**7.مارئيءَ جي ماءُ فاريہ ۽ سسئيءَ کي جيڪي روا اوڊيا،انهن تي ڪهڙو پرت پريل هو؟**

جواب: مارئيءَ جي ماءُ فاريہ ۽ سسئيءَ کي جيڪي روا اوڊيا، انهن تي هر مچ جو پرت پريل هو.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.وڏگهراڻي: اعليٰ خاندان

جملو : فاريہ هڪ وڏگهراڻي جي ڇوڪري هئي.

2.سڪيلڌي: لاڏلي

جملو : گهر ۾ ننڍڙو ٻار اڪثر ڪري سڪليڌو هوندو آهي.

3.نت نوان: بلڪل نوان، صفا نوان

جملو : عيد جي موقعي تي تقريبًا سڀئي ماڻهو نت نوان ڪپڙا پائيندا آهن.

4.اجاگر : نمايان، روشن

جملو : اسان کي اهڙا ڪپڙا پائڻ گهرجن جيڪي اسان جي شخصيت کي اجاگر ڪن.

5.سرتيءَ : سهيلي، ساهڙي

جملو : فاريہ پنهنجي سرتيءَ سسئيءَ جي پارٽيءَ ۾ پيپڪيدار وڳو پائي وئي.

6.پيپڪيدار: چمڪدار

جملو : فاريہ پنهنجي سرتيءَ سسئيءَ جي پارٽيءَ ۾ پيپڪيدار وڳو پائي وئي.

7.وهٽڻ : ڪپڙا ڪترڻ

جملو : ڪجھ درزين کي سٺي نموني ڪپڙا وهٽڻ نہ ايندا آهن.

8.نفاست : نزاڪت

جملو : هٿ جي پيرت ۾ نفاست جو خاص خيال رکيل هوندو آهي.
9.گهرج پٽاندر: ضرورت مطابق
جملو : گهرن ۾ گهرج پٽاندر ئي ڪاٺ تيار ڪيو ويندو آهي.
10.نتِ : بلڪل،صفا
جملو : عيد جي موقعي تي تقريبًا سڀئي ماڻهو نت نوان ڪپڙا پائيندا آهن.
11.تعارف: سڃاڻپ
جملو : پهريون ڪلاس ۾ اچڻ تي استاد شاگردن کي تعارف ڪرائي رهيو هو.
12.آجيان : پليڪار
جملو : سنڌ جا ماڻهو مهمانن جي آجيان تمام بهترين انداز سان ڪندا آهن.
13.سکيا : تربيت
جملو : اسان کي اهڙي سکيا حاصل ڪرڻ گهرجي جيڪا اڳتي هلي اسان جي ملڪ کي فائدو ڏئي.
14.ڪانئن : انهن کان
جملو : پوءِ فاريہ ۽ سسئي ڪانئن موڪلايو.

## (ج)"نهيل نڪيل" هڪ ٻٽو لفظ آهي اوهين اهڙا ٻيا لفظ لکي ڏيکاريو:

نت نوان، وڏگهراڻي، نهي جڙي، گهرج پٽاندر، پيرت ترڻ، رڌپچاءُ.

## (د) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| جنم | موت، وصال |
| سڪيلڌي | اڪيلڌي، پٽيل |
| مهانگو | سستو |
| اچن | ســـادن |
| سوڙهو | ويڪـــرو |
| وڏو | ننڍو |

## (هہ) هيٺيان خال پريو:

1.هڪ ويسو انسان ۽ سو ويسو لباس.
2.اڄ فاريہ جي ساهيڙيءَ جو جنم ڏينهن هو.
3.مارئيءَ سنڌن وڏيءَ دل سان آجيان ڪئي.
4.مارئيءَ جو گهر ننڍو پر صاف سترو هو.
5.کٽ تي رليءَ جو پڙ وڇايل هو.

# 8.ترت علاج

## نوٽ

انساني زندگي الله سائينءَ جي طرفان هڪ قيمتي تحفو آهي. زندگيءَ ۾ اوچتو ڪيترائي حادثا درپيش ايندا آهن اهڙين حالتن ۾ احتياطي اُپاءَ وٺڻ کي ترت علاج چئبو آهي. مثــــال طور:

1.رت وهڻ: ڏڪ لڳڻ ڪري جسم جي جنهن حصي تان رت وهي ته صاف ڪپڙي جي ٿُلهي ٿهي ناهي، رت وهڻ واريءَ جاءِ تي رکجي، ۽ ان تي پَٽي ٻڌي ڇڏجي، جيڪڏهن ڪپڙو نه هجي، ته هڪدم هٿ جي ترءَ سان رت کي روڪي ڪنهن ويجهي اسپتال ڏانهن نيو وڃي.

2.نڪهير: نڪهير واري ماڻهوءَ کي دريءَ جي سامهون هوا لڳڻ ڏجي، ان جو متو پوئتي ڦيرائي پانهون اُپيون ڪري ٿڌي پاڻيءَ سان ڪپڙو پسائي نڪ ۽ ڪنڌ تي رکجي، ساهه وات مان ڪڍائجي نڪ کپهه سان بند ڪجي.

3.هڏ ڀڄڻ: هڏ ڀڳل هنڌ کان جهلي برداشت آهر زور ڏئي سڌو ڪجي، ڀڳل هنڌ کي سنهين ۽ ويڪرين پٽين سان ٻڌجي، ٻانهن جي صورت ۾ ٻانهن کي ڪائين سان ٻڌي جهوليءَ ۾ رکجي.

4.هَڏ سنڌ کان نڪرڻ: سنڌ کي اهڙيءَ ريت قابو ڪجي ته جيئن اها جاءِ چري پري نه سگهي. ڪڏهن ڪڏهن هلندي پير مڙي پوندو آهي، ان حالت ۾ هڪدم بوٽ جي ترِي کان رومال جو وچ رکي، پچڙيون مٿان ڦيرائي، مُري کان ورائي، پنيان ٻڌجن، بوٽ ۽ جوراب لاهي ٽاڪور ڪجي ۽ ڪپڙي سان ويڙهجي.

5.بيهوشي: بيهوش ماڻهوءَ کي هيٺ نه ڪرڻ ڏجي. ليٽائجي اهڙي نموني جو ساهه نه منجهي، قميص وغيره کي خلاصو ڪري تازي هوا ڏجي، ساهه نه کڻڻ جي حالت ۾ هترادو ساهه کڻائجيس، مريض کي گرم رکيو وڃي ۽ پگهر اُگهيو وڃي. منهن تي ٿڌي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻجن يا آڪسيجن ڏجي. مرگهيءَ واري مريض جي وات ۾ ڏندن جي وچ ۾ ڪپڙو ڏجي.

6.نانگ جي ڏنگڻ/ ڪڪڄڻ: نانگ جو زهر جسم ۾ ڦهلجي ويندو آهي، جيئن زهر دل تائين نه پهچي ان لاءِ هي اُپاءَ وٺڻ گهرجن.

1.ڏنگ واري جاءِ کان ٿورو مٿي هڪدم ڇڪي، پٽي ٻڌجي ۽ ٿورو وٿي ڇڏي ٻنهي پاسن کي وري ڇڪي ٻڌجي.

2.ڏنگ واري جاءِ تي اٽڪل اڌائي س.م جيترو ڊگهو ۽ اونهو چير ڏجي ته جيئن زهر نڪري وڃي.

3.زخم کي ڪنيل پوٽيشم پرمنگنٽ سان پريو وڃي.

7.چتي ڪُتي جو چڪ: زخم کي لوشن يا پاڻيءَ سان ڌوئجي نج ڪاربولڪ ائسڊ مان ڪپهه ٻوڙي زخم کي صاف ڪجي. ڪاربولڪ ائسڊ نه هئڻ جي صورت ۾ زخم کي ڏنڀ ڏجي.

8.ٻُڏي پوڻ: ٻڏل جي ڦڦڙن مان پاڻي ڪڍجي ۽ جيستائين ساهه پاڻ کڻي تيستائين هترادو ساهه کڻائيجيس، مريض جي قميص لاهي ويڙهيو، ڪيس اونڌو ڪري ليٽائي قميص ڇاتيءَ هيٺيان رکي، منهن هڪ پاسي کان مٿي ڏانهن ڪري، گوڏن ڀر ويهي ٻنهي هٿ پُنيءَ جي وچ تي ڪرنگهي جي ٻنهي پاسي رکي، پنهنجي ٻُت کي اڳتي ڪري واجبي زور ڏيو ايستائين ائين ڪندو رهجي، جيستائين مريض نيڪ نه ٿي وڃي.

ترت علاج هڪ عارضي اُپاءُ آهي، ان ڏس ۾ هيٺين ڳالهين کي هميشه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي.

1.ترت علاج لاءِ حاضر دماغيءَ کان ڪم وٺجي ۽ گهبرائجي بلڪل نه.

2.گهر، آفيس، اسڪول، ڪارخاني، بس وغيره ۾ ” ترت علاج پيتي“ رکڻ گهرجي، ته جيئن حادثي پيش اچڻ تي پريشان نه ٿيڻو پوي.
3.ترت علاج ڪانپوءِ متاثر ماڻهوءَ کي هڪدم ڊاڪٽر يا اسپتال تائين پهچائجي.

## مشــــق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.ڪنهن به حادثي پيش اچڻ تي احتياطي اُپاءَ نه وٺبا ته ڇا ٿيندو؟**

جواب: ڪنهن به حادثي پيش اچڻ تي احتياطي اُپاءَ نه وٺبا ته زندگي خطري ۾ پئجي ويندي.

**2.اهڙن احتياطي اُپائن کي ڇا چئبو آهي؟**

جواب: اهڙن احتياطي اُپائن کي ترت علاج (First aid) چئبو آهي.

**3.ڏک لڳڻ ڪري، جيڪڏهن رت وهي، ته پهريائين ڇا ڪرڻ گهرجي؟**

جواب: ڏک لڳڻ ڪري جيڪڏهن رت وهي ته پهريائين ان کي بند ڪجي، صاف ڪپڙي جي ٿلهي تهي ناهي رت وهڻ واري جاءِ تي رکجي، ۽ ان تي پٽي ٻڌي ڇڏجي، جيڪڏهن ڪپڙو نه هجي ته هڪدم ترڻيءَ جي زور سان رت کي روڪجي، زور زخم جي جاءِ کان پريرو ڏجي ته جيئن ايذاءُ نه اچي.

**4.بيهوشيءَ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟**

جواب: بيهوشيءَ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن.

جهڙوڪ: مٿي کي ڏک لڳڻ، گهڻو رت وهڻ، دل جو ضعف، گهٽ ٻوسٽ، گرميءَ جي چيپٽ، مرگهي، نشيدار شين جو استعمال وغيره.

**5.نانگ جي ڏنگ جي جاءِ تي چير چو ڏبو آهي؟**

جواب: نانگ جي ڏنگ جي جاءِ تي اڌائي س.م کن ڊگهو ۽ اونهو چير ڏجي جيئن زهر نڪري وڃي.

**6.ترت علاج لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن؟**

جواب: ترت علاج لاءِ هي ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن.
1.ترت علاج لاءِ حاضر دماغيءَ کان ڪم وٺجي ۽ گهبرائجي بلڪل نه.
2.گهر، آفيس، اسڪول، ڪارخاني، بس وغيره ۾ ” ترت علاج پيتي“ رکڻ گهرجي، ته جيئن حادثي پيش اچڻ تي پريشان نه ٿيڻو پوي.
3.ترت علاج ڪانپوءِ متاثر ماڻهوءَ کي هڪدم ڊاڪٽر يا اسپتال تائين پهچائجي.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.ترت : جلد
جملو : ڪنهن حادثي جي زخمين کي ترت اسپتال پهچائڻ گهرجي.
2.اِيذاءُ : تڪليف
جملو : هڏيگل مريض کي اِيذاءُ اچڻ نه ڏجي.
3.تاڪيون: ڪاٺ جون پٽيون
جملو : ٻانهن جي هڏي ڀڄڻ جي حالت ۾ ٻانهن کي هيٺيان مٿيان تاڪيون رکي پوءِ ڪپڙو ٻڌجي.
4.ضعف : عارضو، درد، سور
جملو : دل جي ضعف هجڻ واري ماڻهوءَ کي سٽيپين شين کان پرهيز ڪرڻ گهرجي.
5.اٽڪ : روڪ، رنڊڪ
جملو : نشيدار شيون استعمال ڪندڙ ماڻهن جي ڳالهائڻ ۾ اٽڪ ٿي پوندي آهي.
6.ڪکجڻ: ڏنگ لڳڻ
جملو : برسات ڪانپوءِ ٿر ۾ ماڻهن جو ڪکجڻ عام جام ٿي ويندو آهي.
7.رنج : ڏک، غم

جملو　: اسان کي اهڙو ڪو بہ ڪم نہ ڪرڻ گهرجي جنهن سان اسان جي والدين کي رنج پهچي.

8.اُپاءُ　: تدبير

جملو　: مڇرن جي چڪن کان بچڻ لاءِ اڳواٽ اُپاءُ وٺڻ ضروري آهن.

9.هٿرادو : مصنوعي

جملو　: اڄ ڪلهہ حڪومت هٿرادو هنرن جي حوصلہ افزائي ڪري رهي آهي.

## (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| ٿلهي | سنهي |
| ٻڌي | نفاق، ڪولي |
| ٿڌي | گرم |
| پيگل | جوڙيل، ڳنڍيل |
| سِڌو | ڏنگو، ٽيڙو |
| پري | ويجهو |
| تورو | گهٽو |

## (د) بيهوش (بي + هوش) ۽ اَملهہ (اَ + مُلهہ) مرڪب يا ٻٽا لفظ آهن. توهين "بي" ۽ "اَ" اڳياڙيءَ وارا مرڪب لفظ لکو ۽ انهن جي معنيٰ لکو:

| مرڪب | معنيٰ |
|---|---|
| بي عقل | ناسمجهہ |
| بي ايمان | جنهن کي ايمان نہ هجي |
| بي سبب | بغير ڪنهن وجهہ جي |
| اَڏنگو | بي ترتيب |
| اَبوجهہ | بي عقل، ناسمجهہ |

## (هہ) هيٺيان خال پريو:

1.انساني زندگي الله سائينءَ جو هڪ پيارو ۽ اَملهہ تحفو آهي.
2.اهڙن احتياطي اپائن کي ترت علاج چئبو آهي.
3.مرگهيءَ جي حالت ۾ مريض کي ڪِرڻ کان بچائجي.
4.ٻڌنڙ ماڻهوءَ کي پنهنجا هٿ پاڻيءَ کان ٻاهر اصل نہ ڪڍڻ گهرجن.

# 9.عقلمند بادشاھ

نوٽ

هڪ تمام گهڻو امير شخص هو، جنهن وڏي محنت سان دولت ڪمائي هئي. کيس چار پٽ هئا جڏهن هو بيمار ٿيو ۽ علاج کان مايوس ٿيو تہ سو چيائين تہ ڪمايل دولت جيئري ئي چئن پٽن ۾ ورهائي ڇڏي تہ جيئن مرڻ کان پوءِ پاڻ ۾ نہ وڙهن هن پنهنجي دولت چئن حصن ۾ ورهائي، ڪٽ جي چئني پاون جي هيٺيان هر حصو پورائي ڇڏيو. هن پنهنجي پٽن کي گهرايو ۽ پنهنجي دولت بابت ٻڌايو.
انهن پُڪا وجهي پاوا پنهنجي نالي ڪري ڇڏيا. ان شخص جي مرڻ کان پوءِ پاون جي جاين کي کوٽيو ويو تہ هڪ مان هيرا جواهر، ٻئي مان سون، ٽئين مان مٽي، ۽ چوٿين مان هڏا نڪتا! هو پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا، چارئي پائر ان جو فيصلو ڪرائڻ لاءِ مختلف ڏاهن وٽ ويا پر ڪو بہ فيصلو نہ ڪري سگهيو.
هو هڪ ڏينهن ڳڏجي بادشاھ وٽ ويا. رستي ۾ شهزادو ملين جنهن ٻڌايو تہ بادشاھ چريو ٿي پيو آهي. ٿورو پوءِ شهزادي ملين. جنهن ٻڌايو تہ بادشاھ انڌو ٿي پيو آهي. رستي ۾ راڻيءَ ٻڌاين تہ بادشاھ سال اڳ مري چڪو آهي. پر نيٺ هنن کي خبر پئي تہ بادشاھ دربار ۾ موجود آهي. هي سيئي بادشاھ وٽ پهتا. بادشاھ هنن جي ڳالھ ٻڌي چيو تہ توهان جو پيءُ صحيح فيصلو ڪري ويو آهي.
بادشاھ پنهنجو فيصلو هن ريت ٻڌايو تہ:
هيرن جواهرن وارو پلي هيرا جواهر ڪٽي. سون وارو پلي سون ڪٽي، مٽيءَ وارو زمين ڪٽي ۽ هڏن وارو چوپايو مال ڪٽي! چارئي پائر اهو عقلمنديءَ وارو فيصلو ٻڌي خوش ٿيا. هو پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا، بادشاھ کي هنن شهزادي، شهزاديءَ ۽ راڻي بابت ٻڌايو. بادشاھ وراڻيو تہ اهي بہ نيڪ آهن. شهزادو ان ڪري چريو چوي ٿو تہ مان هن کي بادشاهي نہ ڏني آهي چاڪاڻ تہ مان چاهيان ٿو تہ هو اجان تعليم حاصل ڪري، شهزاديءَ ان ڪري انڌو ڪوٺيو آهي تہ مان هن جي جواني نہ ڏسي سگهيو آهيان، پر مون کي ان لاءِ ڪو مناسب مڙس نٿو ملي. راڻيءَ ان ڪري مئل چيو آهي تہ مان بادشاهي جي ڪمن ۾ ايترو رڌل آهيان جو ان ڏانهن اک بابت بہ نہ نهاري آهي بادشاھ هنن جا ان بابت ٿورا مڃيا ۽ چارئي، بادشاھ جي عقلمنديءَ تي حيران ٿيندي پنهنجي علائقي ۾ موٽي آيا ۽ محبت سان رهڻ لڳا.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.شاهوڪار شخص کي پنهنجي پٽن ۾ جيئري ئي ملڪيت ورهائڻ جو خيال ڇو آيو؟**

جواب: شاهوڪار شخص کي پنهنجي پٽن ۾ جيئري ئي ملڪيت ورهائڻ جو فيصلو ان ڪري ڪيائين جو خيال ڪيائين ته”مون وٽ جيڪا به ملڪيت آهي“. سا پنهنجي جيئري ئي پٽن ۾ ورهائي ڇڏيان، ”متان منهنجي مرڻ ڪانپوءِ پاڻ ۾ وڙهي بڇڙا نه ٿين“.

**2.چوڪرن پنهنجو پائو ڪيئن مقرر ڪيو؟**

جواب: چوڪرن پنهنجو پاؤ پُڪا وجهي مقرر ڪيو.

**3.چئن پائرن جو پاڻ ۾ تڪرار ڇو ٿيو؟**

جواب: جڏهن شاهوڪار مئو، تڏهن چئن ئي پائرن ڪٽ جي پنهنجي پنهنجي مقرر ڪيل پائي هيٺيان زمين کوٽي، پوريل ديڳڙا ٻاهر ڪييا، ڇا ڏسن، ته مار! هڪ ديڳڙي ۾ هيرا جواهر، ٻئي ۾ سون، ٽئين ۾ چوٿين ۾ ڪجهه ڪونهي! ٽئين ديڳڙي ۾ مٽيءَ جو بڪ، ۽ چوٿين ۾ به چار سڪل هڏيون! ائين چئني پائرن جو پاڻ ۾ تڪرار ٿي پيو.

**4.بادشاهه هنن پائرن جو ڪهڙو فيصلو ڪيو؟**

جواب: بادشاهه هنن جي ڳالهه ٻڌي چيو ته”توهان جو پيءُ بلڪل صحيح فيصلو ڪري ويو آهي. جنهن کي هيرا جواهر پتيءَ ۾ آيا آهن اهو پلي هيرا جواهر ڪٽي، جنهن کي سون پتي ۾ آيو آهي سو پلي سون ڪٽي ۽ جنهن کي مٽيءَ وارو ديڳڙو مليو آهي، اهو زمين ڪٽي، جنهن کي هڏيون مليون آهن اهو چوپايو مال ڪٽي“.

**5.بادشاهه انهن پائرن جو ٽوراٽو ڇو ٿيو؟**

جواب: بادشاهه چئني پائرن سان مخاطب ٿي چيو ته ”آئون توهان جو ٽوراٽو آهيان جو توهان مون کي اهڙي مَت ڏني ته آئون به پنهنجي اولاد سان،راڻيءَ سان ۽ پنهنجو پاڻ سان نياءُ ڪري سگهان“.

**6.هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪهڙي نصيحت سمايل آهي؟**

جواب: هن ڪهاڻيءَ ۾ اها نصيحت سمايل آهي ته ڪنهن به مسئلي جي حل لاءِ ڪنهن عقلمند يا ڏاهي ماڻهوءَ وٽ وڃڻ گهرجي جيڪو مسئلي جو صحيح ۽ انصاف پرپو نبيرو ڪري سگهي.

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.نياءُ : انصاف

جملو : هڪ بادشاهه کي اها ڳالهه دل ۾ رکڻ گهرجي ته فيصلي ڪرڻ وقت سڀني سان نياءُ ڪري.

2.ويڄُ : وڏو حڪيم

جملو : شاهوڪار ماڻهوءَ ڪيتائي ويڄ حڪيم گهريا پر هو ٺيڪ نه ٿي سگهيو.

3.محال : مشڪل

جملو : پاڪستان ڪريٽ ٽيم جي انهيءَ ڪارڪردگيءَ سان ورلڊ ڪپ کٽڻ ۾ محال آهي.

4.پروڙي : سمجهي

جملو : اسان کي هر ڳالهه کي پهريان پروڙي پوءِ ان کي شروع ڪرڻ گهرجي.

5.ڌيرج : صبر

جملو : اسان کي گهرجي ته مصيبت جي وقت ڌيرج کان ڪم وٺون.

6.سامت : هوش
جملو : اڪثر ڪري مٽي ۾ ڏڪ لڳڻ ڪانپوءِ ماڻهو سامت ۾ رهندو آهي.
7.نبيرو : حل
جملو : بادشاهه چئن ئي ڀائرن جي مسئلي جو انصاف پرپو نبيرو ڪيو.
8.سُڌ : ڄاڻ، خبر
جملو :اڪثر ماڻهن کي مليريا کان بچاءَ جي ڪا بہ سُڌ نہ هوندي آهي.
9.ڀَتيءَ : حصي
جملو : گهر ۾ ڪائڻ جي ڪا بہ شيءِ ايندي آهي تہ سيني کي ڀتي سارو ملندي آهي.
10.اچرج : تعجب
جملو : اسان جي ڪلاس جو ڇوڪرو پهرين پوزيشن اچڻ تي اچرج ۾ پئجي ويو.
11.سکيا : تربيت
جملو : ٻارن کي صحيح سکيا ڏيڻ استادن جو فرض آهي.
12.وَرُ : مڙس
جملو : ليلان پنهنجو وَرُ هيرن جي هار تي وڪڻي ڇڏيو هو.
13.ڳجهه : راز
جملو : اسان کي پنهنجا ڳجهه ٻين کي هرگز نہ ٻڌائڻ گهرجن.

## (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| امير | غريب |
| چڱن | مٺن |
| نياءُ | انياءُ |
| ڇريو | سياڻو |
| تڪڙا | ڍار |
| وَرُ | وَني |

**(د) سنڌيءَ ۾ ڪيترائي اهڙا مرڪب لفظ آهن، جيڪي عربي ۽ فارسي لفظن مان جُڙيل آهن، ڪي پڇاڙيءَ جي نشانين ڳنڍڻ سان، تہ ڪي اڳياڙيءَ جي نشانين ڳنڍڻ سان، جيئن: بيشمار (بي+ شمار) توهين ان لفظ جي معنيٰ بہ لکو ۽ "بي" اڳياڙيءَ وارا ٻيا مرڪب لفظ بہ لکي ڏيکاريو.**

ٻيا لفظ:

بي پناهه، بي جان، بي نياز، بي ادب، بي عقل.

## (هه) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.ڦڪين جو فرق نہ ڪرڻ : دوا جو اثر/فائدو نہ ٿيڻ
جملو : شاهوڪار شخص جڏهن بيمار ٿيو تہ ڪنهن بہ ڦڪيءَ فرق نہ ڪيس.
2.ڳجهه سليو نہ ٿيڻ : راز ٻڌائڻ / ظاهر نہ ڪري سگهڻ
جملو : هن ڪان پنهنجي دوست سان ڳجهه سليو نہ ٿيو.
3.ڏَنِ ڏَرڻ : حيران ٿي وڃڻ / اچرج ۾ پئجي وڃڻ
جملو : پنهنجي ڪاميابيءَ جو ٻڌي هن جا ڏنِ ئي ڏري ويا.
4.ٿورا مڃڻ : احسان مڃڻ/ قبول ڪرڻ
جملو : جڏهن چئن ڀائرن جي ڳالهين سبب بادشاهه کي پنهنجي ذميوارين جو احساس ٿيو تہ هن انهن جا ٿورا مڃيا.

5.سُسُ پُسُ ڪرڻ : آهستي ڳالهڻ/ ڪن ۾ ڳالهائڻ

جملو : ڪلاس مان استاد جي وڃڻ ڪانپوءِ ٻار پاڻ ۾ سُسُ پسُ ڪرڻ لڳا.

6.لائق لڳڻ : قابل/ اهل هئڻ.

جملو : اسان کي هر ڪم ڪرڻ جي لائق لڳڻ گهرجي.

**(و) ”سُسُ پسُ“ ”هوندي سوندي“ ٻٽا لفظ آهن. توهين اهڙا ڪجھ ٻيا لفظ لکي ڏيکاريو.**

ڳالھ ٻولھ، حساب ڪتاب، گهمڻ ڦرڻ، هلڻ چلڻ.

**(ز) ”مار! هڪ ديڳڙي ۾ هيرا جواهر، ٻئي ۾ سون، ٽئين ۽ چوٿين ديڳڙي ۾ ڪجھ ڪونهي“.ان جملي ۾ ليڪ ڏنل لفظ کي گرمر ۾ ڇا چئبو آهي؟ ان لفظ سان ٻيا ڪجھ جملا ٺاهي ڏيکاريو.**

1.مار! هن کي گرامر ۾ حرف ندا چوندا آهن.

2.مار! ڪيڏي نہ وڏي بلا آهي.

3.مار! هي تہ بلڪل ٻوڙو ٿي ويو آهي.

# 10.جمشيد نسروانجي هڪ نيڪدل انسان

## نوٽ

ڪراچيءَ ۾ رهندڙ اڄ جا ڪروڙين انسان شايد ئي املهه ۽ نرالي ورثي کان واقف هجن، جيڪو ڳچ سال اڳ، جمشيد اسان کان موڪلائيندي، اسان جي حوالي ڪري ويو هو. جمشيد پنهنجي رٿابندين ۾ پورو پوروعملي، وڏي حوصلي وارو ۽ عقلمند ڪاروباري ماڻهو هو. هن جي هڪ ئي دلي تانگھ هوندي هئي ته ڪراچيءَ جي رهواسين کي اهي سمورا موقعا ملن، جيئن هو صحتمند رهن، سُکي زندگي گذارين ۽ سندن ٻارن کي صحيح تعليم ملي سگھي ۽ هو پنهنجي صلاحيتن پٽاندر وڌن ويجهن، ترقي ڪن ۽ خوش رهن.

جمشيد اسان کي نه وسارڻ جهڙا سبق ڏنا آهن. غريبن ۽ پٽ ۾ پيل انسانن لاءِ بيمارن، هيڻن ۽ پنگلن لاءِ، زالن ۽ ٻارن لاءِ ۽ پڻ گگدام حيوانن لاءِ کهل، قياس، اُلڪي ۽ اون جا سبق! جمشيد جي دور ۾ اجايل جانورن لاءِ پاڻيءَ جا حوض هوندا هئا. غريبن جي پوري پوري سنڀال ۽ سهائتا ڪندو هو. جمشيد هڪ فقير منش ۽ صوفي ماڻهو هو، پر سجاڳ ۽ عملي ماڻهو. هن کي حالتن جو پورو پورو اندازو ٿي ويندو هو. جمشيد ڪڏهن به اقربا پروري جو مظاهرو نه ڪيو، هو دوستن سان به ريا نه ڪندو هو. جيڪڏهن جمشيد جي شخصيت ۽ ڪردار هڪ ئي لفظ ۾ بيان ٿي سگھي ته اهو لفظ آهي ”پاڻ ارپڻ“. هن پنهنجي هر فرض ۽ ذميواريءَ کي چڱيءَ ريت سمجهيو ٿي ۽ ان کي پاڻ ارپڻ واري جذبي سان ادا ڪرڻ گهريو ٿي. ان ڏس ۾ ڪيس سخت ۽ لاڳيتو ڪم ڪرڻو پوندو هو ۽ ڪافي قرباني ڏيڻي پوندي هيس، پر ان راهه ۾ هو نه ڪڏهن پوئتي هٽيو، نه ئي ڪڏهن هار ڪاڌائين. هن جي زندگي عظيم آدرشن جي حاصلات لاءِ وقف ٿيل هئي. جمشيد لاءِ زندگيءَ جو ڪو ٻيو مقصد هوئي ڪو نه ! پاڻ ارپڻ ئي هن جي سچي زندگي هئي.

سچ ۽ نيڪيءَ جا هھڙا انسان روز روز پيدا ڪو نه ٿيندا آهن، پر اسين پنهنجي زندگيءَ ۾ نيڪي ۽ سچ جي اعليٰ انساني آدرشن سان ڪافي ڪجھ وڌيڪ سرسيتائي ڏيکاري سگھون ٿا، ۽ ائين جمشيد جهڙن عظيم انسانن جي نقش قدم تي هلي سگھون ٿا.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.جمشيد نسروانجيءَ جي ڏينهن ۾ ڪراچيءَ جي آدمشماري ڪيتري هئي؟**

جواب: جمشيد نسروانجيءَ جي ڏينهن ۾ ڪراچيءَ جي آدمشماري ٽي لک مس هئي.

**2.جمشيد اسان کي ڪهڙا نه وسرڻ جهڙا سبق ڏنا آهن؟**

جواب: جمشيد اسان کي غريبن ۽ پيٽ ۾ پيل انسانن لاءِ، بيمارن لاءِ، هيڻن ۽ پنگلن لاءِ، زالن ۽ ٻارن لاءِ ۽ ٻڙ گگدام حيوانن لاءِ کهل، قياس، اُلڪي ۽ اون جا سبق ڏنا آهن.

**3اڄ ڪراچيءَ جي آدمشماري ڪيتري آهي؟**

جواب: اڄ ڪراچيءَ جي آدمشماري هڪ ڪروڙ آهي.

**4.ايلفنسٽن اسٽريٽ ۾ جڏهن باهه لڳي ته باهه وسائيندڙ عملي جي بالاعملدار کي جمشيد اتان ڇو هٽايو؟**

جواب: جمشيد ڏٺو ته باهه وسائڻ واري عملي جو بالاعملدار ڪجهه غلط ۽ منجهيل حڪم ۽ هدايتون ڏئي رهيو آهي. دراصل اهو عملدار نشي ۾ ورتل هو، ان ڪري ابتا سبتا حڪم ڏئي رهيو هو. جمشيد انهيءَ مهل ئي ان عملدار کي اُتان هٽائي ڇڏيو.

**5.جمشيد جي شخصيت ۽ ڪردار کي ڪهڙي هڪ لفظ ۾ بيان ڪري سگهجي ٿو؟**

جواب: جمشيد جي شخصيت ۽ ڪردار کي هڪ ئي لفظ ۾ بيان ڪري سگهجي ته اهو لفظ آهي ”پاڻ ارپڻ“ يا ”سرسيتائي“.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.يگاني : نرالي

جملو : اڄ ڪراچيءَ ۾ رهندڙ اڄ جا لکين انسان شايد ئي ان اُملهءَ ۽ يگاني ماڻهوءَ کان واقف هجن.

2.تانگهه : سڪ

جملو : جمشيد هڪ ئي دلي تانگهه هوندي هئي ته ڪراچيءَ جا رهواسي هڪ سکي زندگي گذارين.

3.وانجهيل: خالي

جملو : اڄوڪي دؤر ۾ ماڻهو هنري تعليم کان وانجهيل آهي.

4.سهائتا : مدد

جملو : گذريل برساتن جي متاثرن جي حڪومت سني سهائتا ڪري رهي آهي.

5.سڌس : خبر، چاڻ

جملو : جمشيد نسروانجيءَ کي ٿيندڙ هر ڪم جي سڌس هوندي هئي.

6.اٽل : پڪو، پختو

جملو : مون اٽل ارادو ڪيو آهي ته آئون وڏو ٿي پنهنجي ملڪ جي خدمت ڪندس.

7.معقول : مناسب

جملو : حڪومت پاڪستان برسات متاثرن جي معقول مدد ڪري رهي آهي.

8.خانگي : غير سرڪاري

جملو : اڄ ڪلهه والدين خانگي اسڪولن ۾ ٻار پڙهائڻ کي سنو سمجهن ٿا.

9.سياءُ : ورتاءُ، سُلوڪ

جملو : جام تماچيءَ نوريءَ کي سندس سني سياءُ ڪري سيني راڻين کان پسند ڪندو هو.

10.رهٽو : رهيل، بچيل، باقي
جملو : رهٽو ڪم ڪي سڀاڻ تي نہ ڇڏڻ ڇڏجي.

11.ڪارج: ڪُم
جملو : جمشيد نسروانجيءَ هر ڪارج جي نگراني پاڻ ڪندو هو.

**(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

| لفظ | ضد |
|---|---|
| سکي | ڏکي |
| آباد | غير آباد |
| پنهنجائپ | ڌاريائپ |
| خانگي | سرڪاري |
| ڏوري | ويجهڙائپ |
| ناڪام | ڪامياب |
| چُست | سست |
| هارَ | جيت |

**(د) ”مُنهن مهاندي“ هڪ ٻٽو لفظ آهي. توهين هن سبق مان اهڙا ٻيا ٻٽا لفظ لکي ڏيکاريو.**

سرسيتائي، پليءَ پَٽِ، ابتا سبتا، سٽ سٽ، سو سو، ساهہ پساهہ، پيش بندي،
صحت صفائي، گوڙ ۽ شور، وڏن ويجهن.

**(هہ) ”ظرف“ اهو لفظ آهي جو فعل، صفت يا ٻئي ظرف سان لاڳو ٿئي ٿو ۽ منجهانئس وقت، جاءِ، قدر، هاڪار ۽ ناڪار جي معنيٰ نڪري ٿي: هو هينئر اچي پيو.”هينئر“ وقت ڏيکاري ٿو. جيڪو ظرف، وقت ڏيکاري. تنهن کي”ظرف زمان“ چئجي ٿو. اڄ، سڀاڻ، پوءِ، اڳهرو، هميشہ يا سدائين ظرف زمان آهن. توهين انهن کي پنهنجن جملن ۾ ڪتب آڻيو:**

1.اڄ : اڄ ڇنڇر جو ڏينهن آهي.
2.سڀاڻ : آئون سڀاڻ ڪراچي ويندس.
3.پوءِ : ڪتاب کولي پوءِ سبق ياد ڪريو.
4.اڳهرو : اسان جي اسڪول جو ڪم اڳهرو هلي رهيو آهي.
5.هميشہ يا سدائين : اسان کي سدائين سچ ڳالهائڻ گهرجي.

# 11.آئيندي جو اونو

## نوٽ

بشير: محمود چو اڄ ڳڻتين ۾ ويٺو آهين؟

محمود: بشير اڄ مان فڪر ۾ آهيان ته هاڻي نائين ڪلاس ۾ ڪهڙا مضمون کڻان، آرٽس جا يا سائنس جا؟

بشير: بس! ڳالهه به اها. هو نه سهي، هو ئي سهي. البت امتحان ۾ مارڪون سٺيون کڻجن.

محمود: دوست اصل ڳالهه اها آهي ته آئيندي جو خيال رکي، ڪو فيصلو ڪرڻ گهرجي.

بشير: ڇڏ ادا، آئيندي جي ڳڻتين ڪي!

محمود: دوست تو کي خبر نه آهي، ته منهنجي وڏي ڀاءُ اڳئين سال بي.اي پاس ڪئي آهي. ليڪن نوڪري نٿي مليس. گهر ۾ اٽ پاتي آهيون، ڪمائڻ وارو فقط هڪ.

بشير: ته پوءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

محمود: بس، اهو ته تعليم سان گڏ اهڙي تربيت حاصل ڪجي جنهن جي مدد سان پنهنجي روزي ڪمائي سگهجي.

بشير: واقعي هاڻ ته آئيندي جو فڪر ڪرڻ گهرجي.

محمود: تو اخبار ته پڙهي هوندي ته اسان جي ملڪ جي آدمشماري تيزيءَ سان وڌي رهي آهي، جيڪڏهن اها رفتار جاري رهي ته پنجويهن سالن اندر آدمشماري ٻيڻي ٿي پوندي.

بشير: آئون سمجهان ٿو ته اسان جي ملڪ ۾ وسيلا ته گهٽا آهن.

محمود: ها، ته اسان انهن جي حاصل ڪرڻ ۽ استعمال ڪرڻ جا اهل به نه ثابت ٿيون! تنهنڪري تو جوان ته اهڙا مضمون کڻون جن جي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ، انهن وسيلن کي استعمال ڪري سگهون ۽ پنهنجي ملڪ جي خوشحاليءَ ۽ ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿي سگهون.

بشير: ته پوءِ آئينده سائنسي، فني ۽ ٽيڪنيڪل تعليم حاصل ڪنداسين.

## مـــشـــق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.آئيندي جو اونو چو ضروري آهي؟**

جواب: آئيندي جو اونو ان لاءِ ضروري آهي ته جيئن اسين پنهنجي زندگي فڪر ۽ پريشانيءَ کانسواءِ صحيح نموني گذاري سگهون.

**2.نوڪريءَ نه ملڻ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟**

جواب: نوڪريءَ نه ملڻ جو ڪارڻ اهو آهي ته اسان جي تعليم اڃان بي مقصد ۽ بي فائدي آهي. اسان جا ماڻهو ٿورو پڙهي ننڍي نوڪريءَ هٿ ڪرڻ کي تعليم جو معراج سمجهن ٿا. هڪ خاص سبب اهو به آهي ته آبادي وسيلن کان وڌيڪ وڌي رهي آهي.

**3.پاڪستان ۾ آدمشماريءَ وڌڻ جي شرح ڪهڙي آهي؟**

جواب: پاڪستان ۾ هر سال سؤ تي ٽي ماڻهو وڌن ٿا. ان رفتار سان پنجويهه سالن اندر آدمشماري ٻيڻي ٿي ويندي.

**4.آدمشماريءَ وڌڻ سان ڪهڙا مسئلا ٿا پيدا ٿين؟**

جواب: آدمشماري وڌڻ سان کاڌ خوراڪ، صحت، تعليم، روزگار ۽ رهائش سان گڏوگڏ ٻيا به ڪيترائي مسئلا پيدا ٿين ٿا.

**5.ميڊيڪل سائنس جي ترقيءَ جو ڪهڙو اثر ٿيو آهي؟**

جواب: ميڊيڪل سائنس ايتري ترقي ڪئي آهي جو ڪيترين بيمارين ختم ٿي ويون آهن. جيئن ”ماتا“ ٻين بيمارين جو علاج ڳوليو ويو آهي. ان ڪري آئينده ماڻهن جي صحت سٺي رهندي ۽ هو وڌي جمار ماڻيندا.

**6.ملڪي وسيلن کي ڪيئن صحيح استعمال ڪري ٿو سگهجي؟**

جواب: ملڪي وسيلن کي صحيح استعمال ڪرڻ لاءِ اسان کي پنهنجو پاڻ کي اهل ثابت ڪرڻو پوندو. اهڙا مضمون ڪٽڻا پوندا جيڪي اسان لاءِ ملڪ جي ترقيءَ لاءِ ڪارائتا هجن. ائين انهن وسيلن کي ڀرپور نموني استعمال ڪري سگهجي ٿو. يعني فني ۽ ٽيڪنيڪل تعليم حاصل ڪرڻ گهرجي.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.اونو : فڪر، پريشاني

جملو : اسان کي پنهنجي آئيندي جو اُونو ضرور ڪرڻو پوندو.

2.استقبال: آجيان، آدرڀاءُ

جملو : اسان کي گهرجي ته ايندڙ مهمانن جو سٺي نموني استقبال ڪريون.

3.ڪارڻ : سبب

جملو : مليريا ۽ ڊينگي بخار جو ڪارڻ مڇر هوندا آهن.

4.معراج : ڪمال، عروج

جملو : ٿورو پڙهي ۽ ننڍي وڏي نوڪري هٿ ڪرڻ کي تعليم جو معراج نه سمجهڻ گهرجي.

5.نجي : خانگي

جملو : ماڻهن کي فني ۽ هنري تعليم نه هجڻ سبب پنهنجي نجي ڪمائي به نه ڪري سگهندا آهن.

6.سَتيا : هڪبئي مٿان

جملو : آدمشماري وڌي وڃڻ سبب سرڪاري اسڪولن ۾ ٻار ڪلاس ۾ ستيا پيا هوندا آهن.

7.سکيا : تربيت

جملو : اسان کي پنهنجي سکيا دل لڳائي حاصل ڪرڻ گهرجي جيئن اڳتي هلي ڪا پريشاني نه ٿئي.

8.ڄمار : عمر

جملو : اڄ ڪلهه ميڊيڪل سائنس جي ترقيءَ ڪري هر بيماريءَ جو علاج آهي ۽ هاڻ ماڻهو وڏي ڄمار ماڻيندا.

## (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| ماضي | حال |
| هلڪو | ڳرو |
| آخر | اول |
| تيزي | مندي |
| عام | خاص |
| ترقي | تنزلي |
| اڳتي | پوئتي |
| صحيح | غلط |

## (د) هيٺين جا جمع ۽ واحد لکو:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ڳٽتي | ڳٽتيون |
| سٽي | سٽيون |
| ماکوڙي | ماکوڙيون |
| مک | مکيون |
| خبر | خبرون،اخبار |
| ڪوشش | ڪوششون |
| جاءِ | جايون |
| درخواست | درخواستون |

(ھ) اسم يا ضمير جي صورت حالتن موجب ڦري ٿي. جڏھن ڪو” حرف جر“ يا ”حرف اضافت“ انھن سان لڳي ٿو، تڏھن اُھي عام صورت ۾ رھن ٿا، نہ تہ اصل صورت ۾ جيئن حالت فاعلي ۽ مفعوليءَ ۾ ”ڪُتو آيو“ ۽ حالت جري اضافت ۾ ڪُتي ۾، ڪُتي جو، ڪتي ڪي. ان ريت آءٌ، اسين، تون، توھين، ھو، ڪتو، ٻلي، ڪدو، اصل صورت ۾ آھن، توھين انھن کي عام صورت ۾ بدلايو.

مون ۾ حرف جر

منھنجو حرف اضافت مون کي

تو ۾ حرف جر

تنھنجو حرف اضافت تو کي

اسان ۾ حرف جر

اسان جو حرف اضافت اسان کي

توھان ۾ حرف جر

توھان جو حرف اضافت توھان کي

ھن ۾ حرف جر

ھن ۾ حرف اضافت ھن کي

ڪتي ۾ حرف جر

ڪتي جو حرف اضافت ڪتي کي

ٻليءَ ۾ حرف جر

ٻليءَ جو حرف اضافت ٻليءَ کي

# 12.نيويارڪ جا رنگ

## نوٽ

آمريڪا جو وڏي ۾ وڏو هوائي اڏو شايد نيويارڪ ۾ آهي. اتي ڪيترين ئي هوائي ڪمپنيون غيرسارڪاري آهن. جن ڪي اهوائي اڏا به پنهنجا آهن. هي هوائي اڏو ڏاڍو صاف ۽ روشنين وارو آهي. هوائي اڏي کان ٻاهر نڪرڻ وارو رستو به پنهنجو پاڻ هلي پيو. نيويارڪ ڪٿي صاف به آهي. پر ڪٿي ڪٿي گند جا ڍير پيل ڏسڻ ۾ آيا. نيويارڪ ۾ ڊائون ٽائون واپاري ۽ آفيسن جو علائقو آهي. آمريڪا جي سجاٽپ جو نشان ”اسٽيچو آف لبرٽي“ آهي. جيڪو هڪ وڏي نديءَ جي وچ ۾ نهيل آهي، اهو گهمڻ جو هنڌ آهي جتي سياح به ايندا آهن. مجسمي جا ڪيترائي طبقا آهن اتي تاريخي اهميت جون شيون به رکيون ويون آهن. مجسمي جي چوٽيءَ تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ ۽ لفٽ ٻئي آهن. نيويارڪ جي ماڻهن ۾ خوش لباسي، خوش ڪلامي ۽ منهن تي مرڪ نظر نه ايندي، اتان جي شهرين کي پنهنجي لباس جو ڪو فڪر نه هوندو آهي. نيويارڪ جا شهري هڪ ٻئي کان بلڪل بي پرواهه هوندا آهن. ڪو ڪنهن سان همدردي به ڪندو ته ان کي عجيب نظرن سان ڏٺو ويندو. نيويارڪ ۾ پاڙي جو ڪو به تصور نه آهي. نيويارڪ ۾ اڳ ايلمپائرانسٽيٽ بلڊنگ وڏي ۾ وڏي سمجهي ويندي هئي پر هاڻ ان جي پرسان به جاڙيون عمارتون ٺهيون آهن جيڪي ان کان به وڏيون آهن. اتي وڏا وڏا شاپنگ سينٽر به آهن.نيويارڪ شهر جي وچ ۾ هڪ ندي آهي جنهن جو نالو”هيڊ رور“ آهي ان جي اندر سرنگ جهڙو رستو آهي جيڪو اتڪل ٽي ميل ڊگهو هوندو! پاڻيءَ جي هيٺيان هئڻ جي باوجود اوهان کي گهٽ يا ٻوسٽ نه ٿيندي. تڏهن به اوچتن حادثن لاءِ ڪيترائي ٽيلفون لڳايا ويا آهن. ”ريڊيو سٽي ميوزڪ هال“ ۾ ڊراما ٿيندا آهن. نيويارڪ ۾ راڪفيلر سينٽر به آهي. جتي سياري ۾ آئيس اسڪيٽنگ يعني برف تي ترڪڻ جا مقابلا ٿيندا آهن.

## مشق

### (الف) هينين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.آمريڪا جو وڏي ۾ وڏو شهر ڪهڙو آهي؟**

جواب: آمريڪا جو وڏي ۾ وڏو شهر نيويارڪ آهي.

**2.نيويارڪ جو واپار ۽ آفيسن جو علائقو ڪهڙو آهي؟**

جواب: نيويارڪ جي واپاري ۽ آفيسن واري علائقي کي ڊائون ٽائون سڏيو ويجي ٿو.

**3.آمريڪا جي قومي سڃاڻپ جو نشان ڪهڙو آهي؟**

جواب: آمريڪا جي قومي سڃاڻپ جو نشان ”اسٽيچو آف لبرٽي“ يعني آزاديءَ وارو مجسمو آهي.

**4.ميڊسن اسڪوائر گارڊن ڇو مشهور آهي؟**

جواب: ميڊسن اسڪوائر گارڊن هڪ تمام وڏو هال آهي، اهو ان ڪري مشهور آهي جو ان ۾ محمد علي ڪلي جي باڪسنگ ڪان وٺي هر ڪا اندور راند ٿي سگهي ٿي جنهن ۾ لکها تماشائي ويهي سگهن ٿا.

**5.دنيا جي جديد اسٽيج ڪهڙي هال ۾ آهي؟**

جواب: ريڊيو سٽي ۾ هڪ وڏو ميوزڪ هال جيڪو ٿيئٽر نما آهي اتي دنيا جي جديد ترين اسٽيج آهي.

### (ب) هينين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.تجسس: جستجو، جدوجهد

جملو : ننڍڙن ٻارن کي نين نين شين ڏسڻ ۽ گهمڻ جو ڏاڍو تجسس هوندو آهي.

2.لاڪ : تالو

جملو : اڄ ڪلهه ته چور لاڪ ٿيل موٽرسائيڪلون به آسانيءَ سان چوري ڪري ويندا آهن.

3.مصنوعيت: هٿرادو

جملو : نيويارڪ ۾ هڪ هال ۾ سائنس جي مدد ۽ رنگين روشنين سان سمنڊ ۾ مصنوعي بادشاهت جو نظارو ڏيکاريل آهي.

4.لاڳيتو : مسلسل

جملو : سپر هاءِ وي تي ڏينهن رات لاڳيتو گاڏيون هلنديون رهنديون آهن.

5.امرجنسي: ترت

جملو : ڪنهن به حادثي ٿيڻ جي صورت ۾ اسپتالن ۾ امرجنسي لاڳو ڪئي ويندي آهي.

6.نيگرو : شيدي نسل جا ماڻهو

جملو : نيويارڪ ۾ نيگرو علائقن ڪانسواءِ ڪٿي به ڀاڙي جو تصور نه آهي.

7.جديد : نئون

جملو : هاڻ ته اهڙا جديد ڪمپيوٽر اچي ويا آهن جيڪي ماڻهو پاڻ سان هر وقت گڏ کڻي هلي سگهي ٿو.

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| آسان | مشڪل |
| فرش | عرش |
| آزادي | غلامي |
| سويل | اويل |
| ميڙ | هيڪلو، اڪليو |
| ڳورن | ڪارن |
| روشني | اونداهه |
| جديد | قديم |

(د) هيٺين جا جمع ۽ واحد لکو:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ڪمپني | ڪمپنيون |
| پنهنجي | پنهنجيون |
| روشني | روشنيون |
| ٽئڪسي | ٽئڪسيون |
| ندي | نديون |
| تصوير | تصويرون |
| جاڙي | جاڙيون |

(هه) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.مک جو ترڪڻ : صفائي سترائي
جملو : نيويارڪ جو هوائي اڏو ايترو ته صاف هو جو اصل مک پئي ترڪي.
2.هانءُ ٻڏڻ وڃڻ : پريشان ٿيڻ
جملو : عليءَ کي موٽرسائيڪل تان ڏڪ ڪائيندي ڏسي منهنجو ته هانءُ ئي ٻڏي ويو.

(و) ”ڪير؟“ ”ڪهڙو؟“ ”ڇا ؟“_ اهي سوال پڇڻ جا لفظ ڪن اسمن بدران ڪم اچن ٿا، تنهن ڪري ضمير آهن، اهڙن ضميرن کي چئبو آهي ”ضمير استفهام“_ فهم معنيٰ سمجهه يا ڄاڻ.
توهين اِنهن استفهامي لفظن سان پنهنجا جملا ٺاهي ڏيکاريو:

ڪير : هوءَ ڇوڪرو ڪير آهي.
ڪهڙو: مرڪ کي مون سان ڪهڙو ڪم آهي.
ڇا : هنن ڪا ڇا ڪيو.

# 13.سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

نوٽ

سنڌي زبان هڪ پراڻي ۽ شاهوڪار ٻولي آهي. ان جا اهڃاڻ موئن جي دڙي مان به ملن ٿا. عرب سياحن ۽ تاريخدانن جي تحريرن موجب نائين صدي عيسويءَ بلڪ ان کان به اڳ سنڌي ٻولي سنڌ ۾ رائج هئي. عربن جي دور ۾ قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو. عربي ٻوليءَ جا ڪيترائي لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتب اچڻ لڳا ۽ سنڌيءَ لاءِ عربي رسم الخط پڻ سنڌ تي سومرن جو دور 1050ع کان 1350 تائين ڦهليل آهي. هن دور ۾ پاڳو پان شاعر ٿي گذريو آهي. جنهن دودي چنيسر بابت "رزميه" ڪلام جوڙيو. هن ئي دور ۾ اسماعيلي مبلغن جو ڪلام "گنان" جي صورت ۾ مليو ٿو. هن دور جو پير صدرالدين هڪ نالي وارو شاعر هو.

سمن( 1350 کان 1521) جي دور ۾ ڪن شاعرن بابت خبر پوي ٿي ته هنن شاعرن شيخ حماد، اسحاق آهنگر، شيخ احمد، شيخ چوهڙ ۽ ماموئي فقيرن جا بيت اهم آهن. هن دور جو مشهور شاعر قاضي قادن به هو. جنهن جا سؤ کن بيت مليا آهن.

ارغونن( 1521ع کان 1555ع) جو دور اچي ٿو. هن ۾ محمد لکوي، عثمان احساني، مخدوم نوح، سرور شاهه، لطف الله قادري ۽ شاهه ڪريم جهڙا شاعر اچي وڃن ٿا. هنن جي ڪلام ۾ تصوف خاص موضوع رهيو آهي. هن دؤر جو ناليوارو شاعر شاهه ڪريم آهي، جنهن جا 93 بيت آهن.

ڪلهوڙن (1700ع کان 1783ع) جو دؤر سنڌي ادب جي تاريخ ۾ وڏي اهميت وارو آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي هن ئي دور ۾ ٿي گذريو آهي.

سندس ڪلام جي مجموعي کي "شاهه جو ڪلام/ رسالو" سڏيو آهي. هن دور جي ٻين عالمن شرعي ۽ ديني مسئلن تي به شاعري ڪئي آهي. انهن عالمن ۾ مخدوم ضياءُ الدين، مخدوم ابوالحسن، مخدوم محمد هاشم اهم آهن. مخدوم ابوالحسن جو ڪتاب "مقدمة الصلواة " مخدوم ابوالحسن جي سنڌي جي نالي سان مشهور ٿيو. ان دور ۾ بيتن ۽ وائين سان گڏ الف اشباع جي صنف به رائج ٿي. هن دور ۾ شاهه عنايت رضوي، شاهه عنايت شهيد، خواجه محمد زمان، ميون عيسو، تمر فقير ۽ سچل سرمست جا به نالا اچن ٿا. ان کان علاوه ٻين شاعرن ۾ خليفو نبي بخش قاسم، جمن چارڻ، مخدوم عبدالرؤف ڀٽي، ميان سرفراز خان عباسي، صادق فقير، روحل فقير، مراد فقير، عبدالرحيم گرهوڙي ۽ دلپت به انهيءَ دور جا اهم شاعر آهن. ٽالپر دور جو هڪ وڏو شاعر ثابت علي شاهه آهي جنهن مرثئي جي صنف سنڌي شاعرن ۾ رائج ڪئي.

سن 1843ع ۾ سنڌ تي انگريزن قبضو ڪيو، انگريزن منصوبو جوڙيو ته مادري زبان جي تعليم کي اهميت ڏني وڃي. 1853ع ۾ هڪ ڪميٽيءَ سنڌي جي "رسم الخط" به منظور ڪئي جيڪا اڄ به هلندڙ آهي. انگريزن جي دور ۾ پرنٽنگ پريس قائم ٿيون ۽ درسي ڪتاب تيار ڪيا ويا.

ادبي ڪتاب لکيا ويا ۽ ٻيا ڪتاب ترجمو پڻ ڪيا ويا. هن دور جا مکيہ ليکڪ هي آهن: ننديرام، اڏيرام، ڪانن داس، ميران محمد شاھ (اول) ڪوڙومل، مرزا قليچ بيگ هن دور جا وڏا نالا آهن ٻيا اهم نثر نويس ڏيارام، گدومل، نولراءِ، جيٺمل پرسرام، پيرومل مهرچند، لال چند امر ڏنومل، دين محمد وفائي ۽ عبدالحسين شاھ موسوي.

ميرن ۽ انگريزن جي دور ۾ علم عروض پڻ ترقي ڪئي. ان جي ڪري غزل، قصيدي، رباعي ۽ مثنويءَ جو بنياد پيو. هن دور جا وڏا شاعر خليفو محمد آخوند قاسم، فاضل شاھ، غلام محمد گدا، محمد هاشم مخلص، مير عبدالحسين سانگي، حافظ حامد تکڙائي، محمد بخش واصف ۽ هدايت الله نجفي آهن. انگريزن پڻ سنڌي زبان، ويا ڪرڻ، سنڌي ادب سنڌ جي تاريخ ۽ ٻين مضمونن تي لکيو.

پاڪستان جي آزاديءَ کانپوءِ سنڌي اديبن همت ڪئي. هن دور ۾ نثر توڙي نظم ٻنهي ترقي ڪئي. موجوده دور تخليق، تنقيد، تحقيق ۽ ترجمي جي لحاظ کان اهميت وارو آهي. هن ڏس ۾ شيخ اياز، استاد بخاري، ابراهيم جوئي، امر جليل، نورالهديٰ شاھ، حسام الدين راشدي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جون ادبي خدمتون وسارڻ جهڙيون نہ آهن.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.سنڌيءَ ۾ قرآن شريف جو ترجمو ڪهڙي دور ۾ ٿيو؟**

جواب: سنڌيءَ ۾ قرآن شريف جو ترجمو عربن جي دور ۾ ٿيو.

**2.سنڌيءَ ۾ عظيم رزميو ڪنهن جوڙيو؟**

جواب: سنڌيءَ ۾ ”رزميه“ شاعري جي شروعات پاڳو پان نالي شاعر ڪئي.

**3.اسماعيلي مبلغن جي ڪلام کي ڇا ٿو سڏجي؟**

جواب: اسماعيلي مبلغن جي ڪلام کي”گنان“ سڏجي ٿو.

**4.سمن جي دور جو وڏو شاعر ڪير آهي؟**

جواب: سمن جي دؤر جو وڏي ۾ وڏو شاعر قاضي قادن آهي.

**5.ڪلهوڙن جي دور جو وڏو شاعر ڪير آهي؟**

جواب: ڪلهوڙن جي دور جو وڏي ۾ وڏو شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ آهي.

**6.مخدوم ابوالحسن جي ڪتاب جو نالو ڇا آهي؟**

جواب: مخدوم ابوالحسن جي ڪتاب جو نالو ”مقدمة الصلواة“ آهي.

**7.سنڌي ٻوليءَ صحيح معنيٰ ۾ جديد دور ۾ ڪڏهن پير پاتو؟**

جواب: سنڌي ٻوليءَ صحيح معنيٰ ۾ جديد دور ۾ انگريزن جي وقت ۾ پير پاتو.

**8.سنڌي ٻوليءَ جو هاڻوڪو رسم الخط ڪهڙي سال منظور ڪيو ويو؟**

جواب: سنڌي ٻوليءَ جو هاڻوڪو رسم الخط انگريزن جي دور ۾ 1853ع ۾ منظور ڪيو ويو.

**9.موجوده دور جي ڪن ٻه ٽن جديد شاعرن جا نالا لکو.**

جواب: شيخ اياز، استاد بخاري، امداد حسيني.

**10.موجوده دور جي ڪن ٻه ٽن ڪهاڻيڪارن جا نالا لکو.**

جواب: نورالهديٰ شاهه، عبدالقادر جوڻيجو، علي بابا.

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1.انهيءَ دور ۾ پاڳو پان عظيم رزميو جوڙيو.

2.سچل جو ڪجهه ڪلام علم عروض تي ٻه ٻڌل آهي.

3. 1843ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو.

4.موجوده دور جي نثري صنفن ۾ ڪهاڻي کي وڏي اهميت حاصل ٿي.

### (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| قديم | جديد |
| شاهوڪار | مسڪين، غريب، ڪنگال |
| ابتدائي | انتهائي |
| گڻ | اوگڻ |
| صحيح | غلط |

| نثر | نظم |
|---|---|
| وسيع | تنگ |
| اعليٰ | ادنيٰ |

### (د) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.اڳاٽي : پراڻي

جملو : اڳاٽي زماني ۾ موبائل ۽ ڪمپيوٽر جو نالو نشان به ڪو نه هو.

2.جتن : ڪوشش

جملو : پاڪستان حڪومت بجليءَ جي بحران تي قابو پائڻ لاءِ جتن ڪري رهي آهي.

3.ابتدائي: شروعاتي

جملو : ابتدائي دور ۾ ماڻهو جسم ڍڪڻ لاءِ جانورن جون کلون ۽ بوٽن جا پن استعمال ڪندا هئا.

4.همعصر: سنگتي، ساٿي

جملو : اسان کي پنهنجي همعصرن سان سٺو ورتاءُ ڪرڻ گهرجي.

5.گڻ : خاصيت

جملو : ڪجھ ٻارن کي پنهنجن سٺن گڻن سبب گهر توڙي اسڪول ۾ هر هنڌ مان ملندو آهي.

6.جديد : نئون

جملو : ڪمپيوٽر ۽ موبائل سائنس جون جديد ايجادون آهن.

7.وسيع : ڪشادو، وڏو

جملو : ٿر جو علائقو وسيع ايراضيءَ تي پکڙيل آهي.

8.جدوجهد: ڪوشش

جملو : اسان وٽ غربت، بيروز گاريءَ ۽ مهنگائيءَ سبب هر ماڻهو سخت جدوجهد ڪري رهيو آهي.

9.جيوت : زندگي

جملو : اڄ ڪلهه وڏا ماڻهو ۽ سرڪاري ڪامورا شڪار ڪري جهنگي جيوت کي سخت نقصان پهچائي رهيا آهن.

10.نمايان : ظاهر

جملو : شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي شاعريءَ ۾ امن ۽ محنت جو پيغام نمايان طور تي ڏٺل آهي.

11.رزميو: جنگي نظم

جملو : سومرن جي دور ۾ پاڳو پان نالي شاعر رزميو جوڙيو.

### (هه) ”لا فاني“ ۾ ”لا“ اڳياڙي ملائي ٺهيو يا مُرڪب لفظ ٺاهيو ويو آهي.”لا“ جي معنيٰ آهي ”نه“، لافاني جي معنيٰ ٿي” جنهن کي فنا نه هجي“، تو هين ”لا“ اڳياڙي وارا ڪجھ ٻيا لفظ لکو ۽ انهن جي معنيٰ به لکو:

1.لاوارث : جنهن جو ڪو به وارث نه هجي.

2.لازوال : نه ختم ٿيندڙ، جنهن کي زوال نه هجي.

3.لاپرواهه : بي پرواهه، جنهن کي پرواهه نه هجي.

4.لامحدود: جنهن جي ڪا به حد نه هجي.

6.لاجواب: بي مثال، جنهن جو ڪو جواب نه هجي.

7.لاريب: بي شڪ، جنهن ۾ ڪو شڪ نه هجي.

# 14.آغا خان فائونڊيشن

نوٽ

آغا خان فائونڊيشن جو بنيادي ڪم اهو آهي تہ ايشيا ۽ آفريڪا جي ملڪن جي صحت، تعليم ۽ ڳوٺاڻي آباديءَ ڪي امداد ڏئي سڌاريو وڃي. هيءُ تنظيم سئزرليند ۾ رجسٽر ٿيل آهي ۽ هن جي هيڊ آفيس جنيوا ۾ آهي. هن جون شاخون پاڪستان، ڪينيا، ڀارت ۽ بنگلاديش ۾ آهن. فائونڊيشن جون مددگار شاخون برطانيہ، ڪئناڊا ۽ آمريڪا ۾ آهن. فائونڊيشن جون پاليسيون ڊائريڪٽر جوڙيندا آهن. فائونڊيشن جو چيئرمين پرنس ڪريم آغا خان پاڻ آهي. اسرنڊڙ ملڪن ۾ قومي ڪميٽيون آهن، ان ڪان علاوه ويمر-گهر، ٻالڪ سنڀال مرڪز وغيره بہ آهن. فائونڊيشن جو چار چئن ڪندڻ تائين ڦهليل آهي ۽ انهن سيني جو هڪ ٻئي سان رابطو پڻ آهي. اتي سيني مسئلن جي حل لاءِ ڪوششون پڻ ڪيون ويندون آهن. هن جو ساليانو، هلندڙ مجموعي فنڊ ڏري گهٽ ڇهہ ڪروڙ آهي.

آغا خان فائونڊيشن ٽن شعبن تي ٻڌل آهي. 1.صحت 2.تعليم 3.ديهي ترقياتي پروگرام

صحت: پاڪستان ۾ جيئن تہ صحت جون سهولتون گهٽ آهن ۽ غذا جي سٺي نہ هئڻ ۽ ڪميءَ ڪري سلهہ، دست ۽ پيون وچڙندڙ بيماريون عام آهن. اترين علائقن ۾گائٽر جهڙو مرض پڻ موجود آهي. فائونڊيشن هن مسئلي لاءِ ويچار ڪري ۽ حل لاءِ ڪوششون ورتيون ۽ انهن بيمارين جي لاءِ ڪم شروع ڪيو ويو آهي. ان ڏس ۾ فائونڊيشن بہ وڏا پروگرام هٿ ۾ ڪنيا.

1.ڪارڪنن ۾ جاڳرتا پيدا ڪرڻ.

2.اترين علائقن ۾ بنيادي صحت ۽ سنڀال.

اترين علائقن ۾ رهائشي علائقن ۾ هڪ ٽيم موڪلي. جنهن گائٽر جا سبب معلوم ڪيا ان جو وڏو ڪارڻ آئيوڊين جي ڪمي/ کوٽ آهي. فائونڊيشن آئيوڊين آئيوڊين مليل لوڻ گهٽ قيمت تي فراهم ڪري رهي آهي.

تعليم: پاڪستان ۾ تعليم جون عمارتون ۽ ان ۾ سکيا ورتل استادن ۽ سامان جي کوٽ آهي. انهن مسئلن ڪي حل ڪرڻ لاءِ آغا خان فائونڊيشن اترين ۽ ڏاکڻين علائقن ۾ جديد پڙهائيءَ جا طريقا سيکارڻ ۽ "پنهنجي مدد پاڻ" جي اصول تي ڪم ڪري رهي آهي. فائونڊيشن ان ڏس ۾ هي پروگرام چونديا آهن.

1.استادن لاءِ معلوماتي مرڪز 2. استاد جي سنڌس اسڪول ۾ سڌاري لاءِ پروگرام 3. پنهنجي مدد پاڻ ڪريو جي بنياد تي اسڪولن لاءِ عمارتون جوڙائڻ جو پروگرام.

ڳوٺاڻيءَ ترقيءَ جو پروگرام سن 1984ع ۾ آغا خان فائونڊيشن ڳوٺاڻي ترقياتي پروگرام اترين علائقن لاءِ بنيادي طرح شروع ڪيو ويو. فائونڊيشن پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ تي يقين رکي ٿي.

فائونڊيشن جو عملو ڳوٺاڻن سان ملي پروگرام جوڙي ٿو. فائونڊيشن هنري ۽ مالي امداد بہ ڏيندي آهي. اترين علائقن ۾ رستن ۽ نهرن ۾ سڌاري جي ڪري انهن جي زندگيءَ ۾ بہ سڌارو آيو آهي.

فائونڊيشن ان جاءِ تي ڪم ڪندي آهي. جتي مڪاني خدمتون حاصل ٿي سگهن. ان جي عمل لاءِ فائونڊيشن بہ وڏا ترقياتي پروگرام شروع ڪيا.

1.ڳوٺاڻي علائقن لاءِ امدادي پروگرام.
2.رهائشي حالتن جي ترقيءَ جو پروگرام.
پاڪستان ۾ فائونڊيشن جي پهرين شاخ 1969ع ۾ قائم ٿي هئي. هن وقت اهو پروگرام تيزيءَ سان وڌي رهيو آهي. سن 1979ع ۾ ڪل پنج پروگرام هئا ۽ 1989ع ۾ 16 ۽ 1990ع ۾ 19. اميد آهي ته فائونڊيشن مستقبل ۾ اڃا به وڌيڪ ترقي ڪندي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.آغا خان فائونڊيشن ڪنهن قائم ڪئي آهي؟**

جواب: آغا خان فائونڊيشن، هز هائينس پرنس ڪريم آغا خان قائم ڪئي.

**2.آغا خان فائونڊيشن جو بنيادي مقصد ڪهڙو آهي؟**

جواب: آغا خان فائونڊيشن جو بنيادي ايشيا ۽ آفريڪا جي ملڪن جي سماجي حالتن کي سڌارڻ آهي ۽ خاص طور تي صحت، تعليم ۽ ڳوٺاڻي آباديءَ جي ترقياتي پروگرامن کي امداد ڏئي نهتر ڪرڻ آهي.

**3.آغا خان فائونڊيشن ڪٿي رجسٽر ٿيل آهي؟**

جواب: آغا خان فائونڊيشن سئزرلينڊ ۾ رجسٽر ٿيل آهي.

**4.فائونڊيشن جون شاخون ڪهڙن ملڪن ۾ آهن؟**

جواب: فائونڊيشن جون شاخون پاڪستان، ڀارت، بنگلاديش ۽ ڪينيا ۾ آهن.

**5.فائونڊيشن کي فنڊ ڪهڙن وسيلن مان حاصل ٿئي ٿو؟**

جواب: آغا خان فائونڊيشن کي فنڊ چندن، امداد، اڳرڻ ڪيل رقم مان ڪمائي ۽ وڏن پروجيڪٽن کي هلائڻ لاءِ اوڌر جي وسيلي حاصل ٿئي ٿو.

**6.فائونڊيشن جا پروگرام ڪهڙن ٽن وڏن شعبن تي مشتمل آهن؟**

جواب: فائونڊيشن جا پروگرام هيٺين ٽن وڏن شعبن تي مشتمل آهن:
1.صحت 2.تعليم 3.ڳوٺ سڌار پروگرام

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.سهڪاري: مددي
جملو : آغا خان فائونڊيشن جون سهڪاري شاخون برطانيه، آمريڪا ۽ ڪئناڊا آهن.
2.مڪاني : علائقائي
جملو : سنڌي، بلوچي، پنجابي ۽ پشتو پاڪستان جون مڪاني ٻوليون آهن.
3.سرشتو: نظام
جملو : آغا خان فائونڊيشن جو سرشتو چئن ڪنڊن تائين پکڙيل آهي.
4.نشاندهي: ٻڌائڻ، اشارو ڪرڻ
جملو : استادن جو فرض آهي ته هو مائٽن کي ٻارن جي ڪمزورين جي نشاندهي ڪندو رهي.
5.جاڳرتا : سجاڳي، شعور
جملو : سر سيد احمد خان مسلمانن ۾ تعليم جي جاڳرتا لاءِ ڪوششون ورتيون.
6.ويساهه: يقين، ڀروسو
جملو : هن زماني ۾ ڪير به ڪنهن تي ويساهه نٿو ڪري.
7.انيڪ : بي شمار، ڪيترائي
جملو : الله تعاليٰ اسان انسانن لاءِ انيڪ نعمتون پيدا ڪيون آهن.
8.واکاڻ : تعريف
جملو : غريبن ۽ مسڪينن جي مدد ڪرڻ سبب عبدالستار ايڌيءَ جي هر هنڌ واکاڻ ڪئي ويندي آهي.

**(ج) ”ڏي وٺ“ ٻٽو لفظ آهي. توهين هن سبق مان اهڙا ٻيا ٻٽا لفظ لکي ڏيکاريو.**

ويم گهر، ٻالڪ سنڀال، لهه وچڙ، لڳ پڳ، گڏوگڏ، پاڳي پائيوار.

**(د) هيٺيان خال ڀريو.**

1.آغا خان فائونڊيشن جنهن جو هڪ واعدو ”صحت سڀني لاءِ“ آهي.

2.انهيءَ بيماريءَ جو ڪارڻ آئيوڊين جي کوٽ آهي.

3.فائونڊيشن سدائين ”پنهنجي مدد پاڻ ڪريو“ جي اصل تي ويساهه رکي ٿي.

4. 1979ع ۾ ڪل 5 پروگرام هئا ۽ 1989ع ۾ انهن پروگرامن جوتعداد 16 ٿي ويو ۽ 1990ع تائين 19 پروگرامن جي بجيٽ تيار ڪئي ويئي.

**(ه) ضمير جي سَتن مان هڪڙو قسم ”ضَمير خالص“ آهي. ضمير خالص ٽي آهن: متڪلم، حاضر ۽ غائب. متڪلم معنيٰ ڳالهائيندڙ توهين هيٺ ڏنل ”واحد ضمير متڪلم“ کي ”جمع ضمير متڪلم“ ۾ ڦيرايو:**

| واحد | جمع |
|---|---|
| آءٌ يا مان | اسين، اسان |
| مون کي يا مان کي | اسان کي |
| منهنجو | اسان جا، اسان جو |
| مون کان يا مان کان | اسان کان، اسان کي |

# 15.گورک هِل اسٽيشن

## نوٽ

دادو ضلعو سنڌو نديءَ ۽ کير ٿر جبل جي قطارن جي وچ ۾ آهي. کير ٿر جبل جون قطارون سنڌ صوبي جي تعلقي شهداد ڪوٽ جي مٿان اترين پاسي کان شروع ٿين ٿيون ۽ ڪراچيءَ جي مٿان اتر-اوڀر ۾ ختم ٿين ٿيون. کير ٿر جبل جي ڊيگهه هڪ سو پنجاهه (150) ميل آهي. کير ٿر جبل جون ٽي وڏيون قطارون آهن.

1.پٽ جبل 2.ڪرو جبل 3.کير ٿر.

کير ٿر اولهه واري قطار سڀ کان اوچي آهي. ان جي چوٽين تي ويڪريون ماٿريون آهن. جتي ڪيترائي تلاءَ ڊنڊيون آهن. انهن ۾ گڏ ٿيل برسات جو پاڻي ماڻهو توڙي جانور ڪم آڻيندا آهن. کير ٿر جبل کي اچو جبل به چيو ويندو آهي. کير ٿر جبل ۾ مکيه نئيون هي آهن.

1.نئِن موهن 2.نئِن باران 3.نئِن گاج.

پهريون ٻه نئيون سنڌو نديءَ ۾ ۽ پوئين نئِن منڇر ڍنڍ ۾ چوڙ ڪري ٿي. نئِن گاج جي ڏکڻ ۾ کير ٿر جبل جون ٽي چوٽيون آهن. سڀني کان اوچي چوٽيءَ کي "گورک" چيو ويندو آهي. ان تي ماڻهن ۽ سنياسي فقيرن جي اچ وڃ رهي آهي. گورک چوٽي، سمنڊ جي سطح کان پنج هزار ڇهه سو اناسي فوٽ اوچي آهي. ان تي ڪيترائي تلاءَ آهن. اتي هڪ حوض به آهي. چوٽيءَ جي ڏکڻ _اولهه ۾ مينگڻ نالي نئِن وهي ٿي. اتي ڪجهه پوک به ٿيندي آهي. گورک واري ماٿري ٽن چئن سؤن ايڪڙن تي پکڙيل آهي. ان ماٿريءَ تي بادام، انجير، انگور، چمن ۽ شاهه بلوط جا وڻ آهن. اتي ميوو نه صرف گهڻ ٿيندو آهي پر منو به گهڻ ٿيندو آهي. گورک چوٽيءَ تي بيشمار ٻوٽيون اپرن ٿيون، جن جي خوشبوءِ ماحول کي معطر بڻايو ڇڏيندي آهي. اتان جي خاص ٻوٽي "حسيني" آهي. جنهن جي خوشبوءِ ڦودني وانگر آهي. اتي ڪيتريون ئي وليون پڻ ٿين ٿيون. برسات ڪانپوءِ ساوڪ ٿي ويندي آهي. گورک چوٽيءَ تي ڪجهه قبيلا پڻ رهن ٿا. جن جو خاص ڌنڌو راهڪي ۽ چوپايو مال پالڻ آهي. هتان جا مرد توڙي عورتون ڪم ڪار ڪنديون آهن. کير ٿر جبل جي قطارن ۾ ڪهو، لوهيڙو، ٻير، ڪجي ۽ ڪنديءَ جا وڻ به جام آهن ۽ لاهين ۾ وري لڪ، ڪپڙ، ڊومڻ ۽ لئو به گهڻو ٿيندو آهي. هنن چوٽين، تلائن ۽ نئِن تي هرڻ ۽ چيتا وغيره به ڪڏهن ڪڏهن ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هتي بگو ۽ ڪارڙو تتر گهڻ ٿيندو آهي پر پٽ تتر گهٽي تعداد ۾ آهي. پارنهن سگو ۽ ڦاڙهو شڪارين جي ڪري ختم ٿيڻ وارو آهي. هتان جي آبهوا اونهاري ۾ وٽنڊڙ ۽ سياري ۾ تمام گهڻي ٿڌي ٿيندي آهي. ان ڪري هتان جا ماڻهو سياري ۾ شهرن جو رخ ڪندا آهن. گورک چوٽيءَ جي آس پاس ڏڙا ۽ لڪ آهن. گورک چوٽيءَ تي چڙهڻ لاءِ ڪي سولا ۽ ڪي ڏکيا پيچرا آهن. چوٽي تي عام ماڻهو ڇهن سٽن ڪلاڪن ۾ ۽ جابلو ماڻهو ٽن چئن ڪلاڪن ۾ پهچي سگهي ٿو. اتي پهچڻ سان سڀ تڪليفون وسري وڃن ٿيون. گورک چوٽيءَ تي سنڌ ۽ پاڪستان سرڪار "هل اسٽيشن" ناهڻ جي رٿابندي ڪئي آهي. اتي "گورک"

”شڪلوئي“ ۽ ”ڪچرڪ“ چوٽين تي هوائي جهولا پڻ لڳايا ويندا ۽ بيا ترقياتي ڪم به ڪرايا ويندا جن سان اهو علائقو شهر سان پڻ ڳنڍجي ويندو.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.ڪير ٿر جبل جون قطارون ڪٿان شروع ٿي ۽ ڪٿي ختم ٿين ٿيون؟**

جواب: ڪير ٿر جبل جون قطارون لاڙڪاڻي ضلعي جي شهداد ڪوٽ تعلقي جي مٿان اتر کان شروع ٿي سنڌ پرڳڻي جي اولهه واري سرحد ناهي ڪراچيءَ جي مٿان اتر-اوڀر ۾ ختم ٿيو وڃن.

**2.ڪير ٿر جبل ۾ ڪهڙيون نئيون ڪهڙيون آهن؟**

جواب: ڪير ٿر جبل جي قطارن مان مکيه نئيون هي آهن.

1.نئن موهن 2.نئن باران 3.نئن گاج

**3.گورک چوٽيءَ جي پوٺي ڪهڙا ميويدار وڻ ٿيندا آهن؟**

جواب: گورک چوٽيءَ تي هي ميويدار وڻ ٿيندا آهن: بادام، انجير، انگور، ڄمن ۽ شاهه بلوط جا وڻ عام جام ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

**4.گورک ۽ ٻين چوٽين تي رهندڙ قبيلن جو مکيه ڌنڌو ڪهڙو آهي؟**

جواب: گورک ۽ ٻين چوٽين تي رهندڙ ماڻهن جو مکيه ڌنڌو پوکي راهي ۽ چوپايو مال ڌارڻ آهي.

**5.گورک چوٽيءَ تي ڪهڙا پکي ۽ جانور ٿيندا آهن؟**

جواب: گورک چوٽيءَ تي هي پکي ۽ جانور ٿيندا آهن: گڊ، سرهه، هرڻ، چيتا ۽ ٻارنهن سڱو. هتي ٻگو ۽ ڪارڙو تتر گهڻ پر پٽ تتر عام ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.وسندي : آبادي

جملو : پهاڙن جي انهن علائقن ۾ وسندي هوندي آهي جتي ڪجهه نه ڪجهه پاڻي جو بندبست هوندو آهي.

2.استان : جاءِ هنڌ

جملو : سنڌ ۾ ٿر واري علائقي ۾ هندن جي عبادت جا استان ٻين علائقن کان وڌيڪ آهن.

3.خودرو : پاڻمرادو

جملو : جبلن ۽ ريگستانن ۾ اڪثر ڪري خودرو ٻوٽا ۽ وڻ ٿيندا آهن.

4.سرهاڻ : خوشبوءِ

جملو : صبح جي وقت باغن ۾ گلن جي سرهاڻ دماغ کي معطر ڪري ڇڏيندي آهي.

5.وايو منڊل: ماحول

جملو : ڪارخانن مان نڪرندڙ دونهين ۽ ٻين فضوليات سبب اسان جي وايو منڊل ۾ آلودگي وڌي وئي آهي.

6.راهڪ : هاري

جملو : گورک چوٽيءَ تي رهندڙ قبيلا گهڻو ڪري مالوند ۽ راهڪ آهن.

7.ڪرت : ڌنڌو

جملو : ڀهراڙيءَ جي عورتن جي واندڪائي جي وقت ڀرت ڀرڻ پسنديده ڪرت آهي.

8.ماڳ : هنڌ

جملو : برهمڻ آباد به سنڌ جي قديم تاريخي ماڳن مان هڪ آهي.

9.اوکو : مشڪل

جملو : گورک چوٽيءَ تي چڙهڻ جو رستو تمام گهڻو اوکو آهي.

10.سرگوشيون: آهستي ڳالهائڻ

جملو : استادن جي موجودگيءَ ۾ ٻه ڇوڪريون ڪلاس ۾ سرگوشيون ڪري رهيون هيون.

11.هٻڪاريل: خوشبوءِ سان ڀريل

جملو : برسات ڪانپوءِ گورک چوٽيءَ تي ڦٽندڙ ٻوٽن ۽ وڻن جي خوشبوءِ سان سڄو اويو منڊل هٻڪاريل هوندو آهي.

12.تفريحي: سير واري، گهمڻ واري

جملو : ڪينجهر ڍنڍ هڪ بهترين تفريحي هنڌ آهي.

### (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| وسندي | غير آبادي |
| سباجها | اباجها |
| اوچي | نيچي |
| لاهيون | چاڙهيون |
| قديم | جديد |
| اورتي | پرتي |
| اوکو | سوکو |
| سستو | مهانگو |

### (د) هيٺيان خال ڀريو:

1.گورک چوٽي سمنڊ جي مٿاڇري کان 5688 فوٽ اوچي آهي.

2.گورک چوٽيءَ واري ماٿري ٽن چئن سؤن ايڪڙن تي پکڙيل آهي.

3.گورک چوٽيءَ جي خاص ٻُوٽي حسيني آهي.

4.سنڌ ۽ پاڪستان سرڪار گورک چوٽيءَ تي هل اسٽيشن ٺاهڻ جو پروگرام رٿيو آهي.

### (هـ) "عام جام" هڪ ٻٽو لفظ آهي. توهين هن سبق مان اهڙا ٻيا ٻِٽا لفظ چونڊي لکي ڏيکاريو.

آس پاس، اچ وڃ، سرسبز، لڏپلاڻ، لاهين چاڙهين، پوکي راهي.

### (و) هيٺين مان جيڪي مذڪر آهن، تن جا مؤنث لکو ۽ مؤنث جا مذڪر لکو:

| مؤنث | مذڪر |
|---|---|
| ٽڪَرُ | ٽڪري |
| رڍون | گهيٽا |
| مايون | مردَ |
| ننيڙي | ننيڙو |

(ز) جملا ٽن قسمن جا آهن.

1. مفرد 2. مرتب، ۽ 3. مرڪب

مفرد جملو اهو آهي، جنهن ۾ فقط "مبتدا" ۽ "خبر" هجن، جيئن ته: "پڪي اُڏامن ٿا".

توهين اهڙا ٻيا مفرد جملا لکي ڏيکاريو.

1. پکي اُڏامن ٿا.
2. هوءِ روئي ٿي.
3. هو وڄن ٿا.
4. هو کلن ٿا.

# 16.بچت

**نوٽ**

بچت اها رقم آهي جيڪا آمدنيءَ کي خرچ ڪرڻ کانپوءِ بچي، بچت ٿوري به ڪري سگهجي ٿي ته گهٽي به، اها هڪ شخص به ڪري سگهي ٿو ته پورو ڪٽنب به ادارا پڻ بچت ڪري سگهن ٿا. جن ڪٽنبن ۽ ادارن جي بچت گهٽي هوندي، اهي خوشحال ۽ ويساهه جوڳا سمجهيا ويندا آهن. ملڪن ۾ به اهي ملڪ آسودا هوندا آهن جن وٽ بچت جو اگهه گهٽو هوندو آهي.

بچت کي الله تعاليٰ پڻ پسند ڪيو آهي، ”سورة البقره“ ۾ حڪم آهي ته ” کائو ۽ پيئو پر اجايو نه وڃايو“. بيءَ هنڌ اجايو خرچ ڪرڻ واري کي شيطان جو ڀاءُ سڏيو ويو آهي. اجايو خرچ ڪرڻ سان وسيلا ختم ٿيندا ۽ تڪليف وقت ٻين جو محتاج ٿيڻو پوندو.

ڏاهن جو چوڻ آهي ته پهچ مطابق خرچ ڪجي وقت سدائين هڪ جهڙو نه رهندو آهي. ان ڪري ايندڙ وقت لاءِ ڪجهه بچائي رکڻ سياڻپ جو ڪم آهي. مثلاً بيماريءَ يا حادثي وقت بچايل رقم ئي ڪم اچي سگهي ٿي. مصيبت مان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ بچت ضروري آهي. بچت ڪنجوسي نه آهي، ڪنجوسي اها آهي ته هوندي سوندي بکون ڪاٽي، قرآن مجيد ۾ وچولي انداز سان خرچ ڪرڻ وارن کي الله جا نيڪ ٻانها سڏيو ويو آهي.

بچت جي عادت ٻارن ۾ به پيدا ڪري سگهجي ٿي. بچت ڪيل رقم بئنڪن، پوسٽ آفيس يا بچت کاتن ۾ رکي سگهجي ٿي. اتي پئسو وڌندو به آهي ته قومي ڪمن ۾ لڳايو به ويندو آهي جنهن سان ملڪ ترقي ڪندو آهي.

## مشــــــق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.بچت مان ڇا مراد آهي؟**

جواب: بچت مان مراد آمدنيءَ جو اهو حصو آهي جيڪو خرچ ڪرڻ کانپوءِ پاڇي ٿئي، يعني ڪمائيءَ يا اپت مان خرچ پکو لاهي جيڪي ڪجهه بچي ان کي بچت سڏيو ويندو آهي.

**2.بچت نه ڪرڻ مان ڪهڙا نقصان آهن؟**

جواب: اجايو خرچ ڪندڙ کي شيطان جو ڀاءُ سڏيو ويو آهي. جيڪڏهن بيجا خرچ ڪبو ته وسيلن جو زيان ٿيندو ۽ نيٺ اهي وسيلا ختم ٿي ويندا يا انهن ۾ ڪوٽ پوڻ شروع ٿيندي ۽ پوءِ ضرورت وقت ٻين آڏو هٿ ٽنگڻو پوندو، قرض ۽ امداد لاءِ واجهائڻو پوندو.

**3.بچت ڪرڻ مان ڪهڙا فائدا آهن؟**

جواب: بچت جو وڏو فائدو اهو آهي ته انسان پرهيزگار ۽ محتاط بڻجي پوندو آهي اجاين خواهشن ۾ نه ڦاسندو آهي. سندس زندگي منظم انداز ۾ گذرندي آهي. بچت هيٺ ڪري انسان کي دلي سڪون به حاصل ٿيندو آهي. اهڙي انسان جو نه رڳو ماضي ۽ حال سٺو گذرندو آهي بلڪ مستقبل به موچارو رهندو اٿس. سندس ٻچڙا به سٺي نموني پلجندا آهن ۽ بچت جي ڪري سندن تعليم ۽ تربيت به سٺي نموني ٿيندي آهي. اهڙا ماڻهو ٻين کان مدد وٺڻ بدران ٻين جي مدد ڪري سگهندا آهن.

**4.سورة البقره ۾ بچت بابت الله تعاليٰ ڪهڙو حڪم فرمايو آهي؟**

جواب: قرآن شريف جي ”سورة البقره“ ۾ حڪم آهي ته ڪائو ۽ پيو پر اجايو نه وڃايو.

**5.ڪنجوسيءَ ۽ فضول خرچيءَ کان بچڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟**

جواب: فضول خرچيءَ ۽ ڪنجوسيءَ کان بچڻ جو هڪڙو ئي اُپاءُ آهي جيڪو اسان جي رسول اڪرم ﷺ جن ڏسيو آهي يعني وچٿرائيءَ وارو رستو.

**6.ملڪ جي خوشحاليءَ جو دارومدار ڇا تي آهي؟**

جواب: بچت جي انهيءَ انفرادي توڙي اجتماعي نفعي کي نظر ۾ رکندي چئي سگهجي ٿو ته بچت مجموعي طور تي پوري قوم لاءِ ڪارائتي آهي. ماڻهو جيڪا بچت ڪندا آهن اها هو بئنڪن ۽ پوسٽ آفيس يا بچت ڪاتن ۾ رکندا آهن اتي نه رڳو سندن جمع ڪرايل پئسو وڌندو آهي بلڪ اهوئي پئسو مختلف قومي ڪمن تي لڳايو ويندو آهي جنهن ڪري ملڪي صنعت ۽ حرفت توڙي رزاعت جي شعبن ۾ ترقي ٿيندي آهي.

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.ويچارڻ: سوچڻ

جملو : ڪجهه به ڪرڻ کان اڳ ان تي ضرور ويچارڻ گهرجي.

2.پاڇي : بچت

جملو : اسان کي پنهنجي آمدنيءَ مان اهڙيءَ طرح خرچ ڪرڻ گهرجي جو آمدنيءَ مان ڪجهه نه ڪجهه پاڇي ضرور ٿئي.

3.اُپت : پيداوار، آمدني

جملو : جيڪڏهن اُپت سٺي نه ٿئي ته پوءِ خرچ سوچي سمجهي ڪرڻ گهرجي.

4.دائرو : حد

جملو : بچت جو دائرو ڏاڍو وسيع آهي.

5.وسيع : وڏو، ڪشادو

جملو : ٿر جو علائقو وسيع ايراضيءَ تي پکڙيل آهي.
6.گڻ : خوبي
جملو : بچت ڪرڻ اهو گڻ آهي جنهن کي الله تعاليٰ به پسند ڪري ٿو.

7.بيجا : اجايو
جملو : اسان کي پئسن جو بيجا خرچ نه ڪرڻ گهرجي.
8.زيان : نقصان
جملو : اجايا خرچ ڪري پئسن جو بيجا زيان نه ڪرڻ گهرجي.
9.ڪارائتي: فائديمند
جملو : بچت ڪرڻ ڪارائتي عادت آهي.
10.مختلف: جدا جدا
جملو : بچت ڪيل پئسا مختلف ڪمن ۾ استعمال ڪري سگهجن ٿا.
11.خوشحالي: آسودا
جملو :بچت ڪندڙ ماڻهو سدائين خوشحال زندگي گذاريندو آهي.

## (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| ظاهر | باطن |
| سادو | پيچيده |
| سولو | ڏکيو |
| آمدني | خرچ |
| وسيع | تنگ |
| ڏکي | سکي |
| انسان | حيوان |
| نفعي | نقصان |
| انفرادي | اجتماعي |
| خوشحالي | بدحالي |

## (د) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.هٿ تنگڻ : پنڻ، خيرت گهرڻ
جملو : اسان کي ٻين جي اڳيان هٿ تنگڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي.
2.سوڙ آهر پير ڊگهيرڻ : حيثيت مطابق خرچ ڪرڻ
جملو : اسان کي سوڙ آهر پير ڊگهيرڻ گهرجن.
3.هڙ ۾ ڪجهه هئڻ : بچت هجڻ
جملو : هڙ ۾ ڪجهه هوندو ته اوکيءَ ويل ڪم ايندو.
4.ڪاڏي خرار ڪُٽي وجڻ : ويني ڪائڻ سان رقم ختم ٿيڻ.
جملو : سياڻن سچ چيو آهي ته ڪاڏي خرار به ڪُٽيو وجن.
5.ڦڙي ڦڙي تلاءُ ٿيڻ : ٿورو ٿورو بچائڻ سان وڏي رقم گڏ ٿيڻ.
جملو : جيڪڏهن اسان ٿوري ٿوري بچت به ڪنداسين ته ڦڙي ڦڙي تلاءُ ٿي ويندو.
6.گهر ۾ ڪوڏي به نه هئڻ : گهر ۾ ڪجهه به نه هجڻ
جملو : جيڪڏهن اسان خرچ ڪرڻ وقت خيال نه ڪنداسين ته هڪڙي ڏينهن گهر ۾ ڪوڏي به نه بچندي.
7.جهڳو جهڻ ڪرڻ : تباهي ڪرڻ، بربادي ڪرڻ

**جملو** : ڪجھ ماڻھو اجايو خرچ ڪري پنھنجو جھڳو جھڻ ڪري ڇڏيندا آھن.

**(ھ) ھيٺيان خال پريو:**

1.بچت ھڪ پائيءَ کان ڪرڻ تائين ڪري سگھجي ٿي.
2.بيجا خرچ ڪبو تہ وسيلن جو اجايو زيان ٿيندو.
3.ھو پنھنجي ٻارن کي بہ بچت تي ھيرائيندڙ آھن.

**(و) مرتب جملو اھو آھي، جنھن ۾ ھڪڙو مک جملو ھجي، ۽ ٻيا جملا انھيءَ تي تعلق رکندڙ ھجن، جيئن:"تون روانو ٿيندين، تنھن کان اڳي آءٌ تو کي ڏسندس". توھين اھڙا ٻيا مرتب جملا لکي ڏيکاريو.**

1.تون پڙھندين، تہ پاس ٿيندين.
2.تون محنت ڪندين، تہ پاس ٿيندين.
3.تون ڪمائيندين، تہ کائيندين.

# 17.مشيني دماغ: ڪمپيوٽر

## نوٽ

جهڙيءَ ريت انسان هن ڌرتيءَ تي اشرف المخلوقات آهي. تهڙيءَ ريت دماغ جسم جي سيني عضون کان وڌيڪ اهميت وارو آهي. انسان دماغ کي استعمال ڪندي ڪيترين شيون پيدا ڪيون آهن ڪمپيوٽر انهن مان هڪ آهن. ڪمپيوٽر به هڪ دماغ وانگر آهي. اڄ ۾ ڪمپيوٽر سائنسي تحقيق لاءِ ڪم آندو ويندو هو. پر هاڻي هر جاءِ تي ڪتب آندو وڃي ٿو. ڪمپيوٽر جي سڀ کان اهم خاصيت ان جي ياداشت ۽ رفتار آهي. ڪمپيوٽر انساني دماغ کان ڏهه لک ڀيرا وڌيڪ تيز آهي. ڪمپيوٽر تمام تيز ڳڻپ ڪندڙ اوزار آهي. ڪمپيوٽر جون ٻيون به ڪيتريون ئي خاصيتون آهن، جهڙوڪ تيزيءَ سان حساب ڪتاب ڪرڻ، ان کي محفوظ ڪرڻ، گهرج پٽاندر وضاحت ڪرڻ، هي سڀ ڪم هڪ چاٻي تختي وسيلي ٿين ٿا. هي تختي ڪمپيوٽر جي سينٽريل پروسيسنگ يونٽ سان جڙيل هوندي آهي. گهر جي استعمال واري ڪمپيوٽر ۾ هڪ مائوس ۽ ٽچ اسڪرين به استعمال ڪري سگهجن ٿا.

ڪمپيوٽر هٿ جي ٺهيل ذهانت آهي. ان ۾ جيڪو مواد وڌو ويندو آهي، اهو سينٽرل پروسيسنگ يونٽ ۾ محفوظ ٿي ويندو آهي. هن يونٽ جا ٽي مکيه حصا آهن.

1.ڪنٽرول يونٽ 2.ارٿميٽڪ لاجڪ يونٽ 3.ميمري يونٽ.

پهريون يونٽ سيني کي ڪنٽرول ڪري ٿو. ارٿميٽڪ لاجڪ يونٽ رياضيءَ ۽ لاجڪ جا ڪم ڪري ٿو ۽ ميمريءَ ۾ مواد محفوظ ڪيو ويندو آهي. پهريون ڪمپيوٽر هڪ ٽيوب وانگر هو. جيڪو وڌو به هو ته وولٽيج گهٽي چڪي پيو ۽ گرم ٿيڻ ڪانپوءِ ڪم ڪندو هو.

پر 1948ع ۾ ٽرانزسٽر جي ايجاد کان پوءِ ٽيوب جي جاءِ ٽرانزسٽر والاري، ان کان پوءِ IC جوڙي ان کي ڪمپيوٽر ۾ لڳايو ويو. 1971ع وارو مائڪرو پروسيسر ٺاهيو ويو. اڳتي ڇا ٿيندو اهو چوڻ مشڪل آهي.

سائنسدان ڪوشش ڪري رهيا آهن ته حياتياتي ڪمپيوٽر ٺاهيو وڃي. ڪي وري روشنيءَ تي هلندڙ ڪمپيوٽر ٺاهڻ جي جاکوڙ ڪري رهيا آهن.

ڪمپيوٽر اڄ ڪلهه زندگيءَ جو ضروري حصو سمجهو وڃي ٿو. ڪمپيوٽر تمام تڪڙي ترقي ڪئي آهي ۽ هر جاءِ تي استعمال ڪيو وڃي ٿو. پاڪستان ۾ ڪمپيوٽر جي شروعات 1964ع کان ٿي. هن وقت هر جاءِ تي ڪمپيوٽر ڪم ڪري رهيو آهي.

## مـــشـــــق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.ڪي ماهر انساني دماغ بابت ڇا ٿا چون؟**

جواب: ڪي ماهر ته ائين به چون ٿا ته انساني دماغ هڪ ننڍڙو ڪمپيوٽر آهي.

**2.اڄڪلهه ڪمپيوٽر ڪهڙن ڪمن لاءِ ڪتب اچي ٿو؟**

جواب: اڄڪلهه ڪمپيوٽر صنعتي ميدان ۾ ڪنهن پلانٽ يا مشين کي ڪنٽرول ڪرڻ، ٽيليفون ڪالن کي سئچ ڪرڻ ۽ وسيع مواصلاتي نيٽ ورڪ کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ ڪتب اچي ٿو.

**3.ڪمپيوٽر جو مکيه گڻ ڪهڙو آهي؟**

جواب: ڪمپيوٽر جو مکيه گڻ اُن جي ياداشت ۽ رفتار هوندي آهي.

**4.ڪمپيوٽر جي ڪنٽرول يونٽ جو ڪهڙو ڪم آهي؟**

جواب: ڪنٽرول يونٽ سمورن ڪمن کي ڪنٽرول ڪري ٿو.

**5.اِن پُٽ جو ڪهڙو ڪم آهي؟**

جواب: اِن پُٽ وسيلي پروگرام ۽ ڊيٽا ڪمپيوٽر ۾ داخل ڪندا آهيون.

**6.پروگرام ۽ ڊيٽا ڪمپيوٽر جي ڪهڙي حصي ۾ ذخيرو ڪئي ويندي آهي؟**

جواب: اِن پُٽ وسيلي پروگرام ۽ ڊيٽا ڪمپيوٽر ۾ داخل ڪندا آهيون، ته اها سينٽرل پروسيسنگ يونٽ (CPU) پاڻ وٽ ميمري واري حصي ۾ ذخيرو ڪندو آهي.

**7.سڀني کان پهرين ڪهڙو ڪمپيوٽر نهيو؟**

جواب: سڀني کان پهريون ڪمپيوٽر ويڪيوم ٽيوب (وال) وارو نهيو.

**8.پاڪستان ۾ سڀ کان پهرين ڪهڙي سال ۾ ڪمپيوٽر استعمال ڪيو ويو؟**

جواب: پاڪستان ۾ سڀ کان پهرين 1964ع ۾ ڪمپيوٽر استعمال ڪيو ويو.

**9.سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ جون راهون ڪيئن کُليون آهن؟**

جواب: سنڌي اخبارن ۽ سنڌي ڪتابن جي ڪمپوزنگ به ڪمپيوٽر تي ٿي رهي آهي، جنهن سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ پڻ نيون راهون کولي ڇڏيون آهن.

### (ب) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکو:

1.ڪارناما سرانجام ڏيڻ : مشڪل ڪمن کي مڪمل ڪرڻ.

2.ڏندين آڱريون اچڻ : حيرت ۾ پئجي وڃڻ.

3.ڇانئجي وڃڻ : غلبو حاصل ڪرڻ.

4.راهون کُلڻ : ترقيءَ جا رستا کلڻ.

### (ج) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.رُتبو : درجو

جملو : الله تعاليٰ جي مخلوق مان انسان ذات کي سڀني کان اعليٰ رتبو مليل آهي.

2.اعليٰ : وڏو

جملو : اسان جي نبيﷺ جو مقام سڀني کان اعليٰ آهي.

3.ڪرشمو: جادو، معجزو

جملو : ڪمپيوٽر جي ايجاد انساني دماغ جو ڪرشمو آهي.

4.ڪوجنا : ڳولا

جملو : پهريائين ڪمپيوٽر رڳو سائنسي ڪوجنا لاءِ استعمال ڪيا ويندا هئا.

5.وسيع : ڪشادو، ڦهليل
جملو : ڪمپيوٽر وسيع مواصلاتي نيٽ ورڪ کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ به ڪتب اچي ٿو.

6.افاديت : اهميت
جملو : علم جي افاديت کان ڪير به انڪار نٿو ڪري سگهي.
7.ڪارڻ : سبب
جملو : ڊينگي بخار جو ڪارڻ هڪ خاص قسم جو مڇر آهي.
8.واهپو : استعمال
جملو : ڪمپيوٽر جو واهپو ڏينهون ڏينهن وڌي رهيو آهي.

## (د) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| اعليٰ | ادنيٰ |
| جُڙيل | ٽٽل |
| گڻ | اوگڻ |
| تيز | ڍرو |
| مختصر | مفصل |
| هٿرادو | مشيني |
| روشني | اونداهه |
| ترقي | تنزلي |

## (هه) هيٺيان خال ڀريو:

1.ڪمپيوٽر به انساني دماغ جو هڪ اهڙو ڪرشمو آهي.
2.ڪمپيوٽر جي رفتار انساني دماغ کان ڏهه لک ڀيرا وڌيڪ آهي.
3.ارٿميٽڪ لاجڪ يونٽ ۾ رياضيءَ ۽ لاجڪ جا بنيادي عمل سرانجام ڏنا ويندا آهن.
4.سڀني کان پهريون ڪمپيوٽر ويڪيوم ٽيوب (وال) وارو نهيو.
5.سنڌي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن جي ڪمپوزنگ به ڪمپيوٽر تي ٿي رهي آهي.

## (و) هيٺين لفظن کي پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو:

1.جيئن، تيئن : علي جيئن تيئن سنڌي جو پرچو ڏنو.
2.هيئن، هونئن : هيئن هونئن ڪرڻ سان امتحان پاس ڪونه ٿيندو.
3.جڏهن، تڏهن : ڪلثور جڏهن تڏهن بيماريءَ جا بهانا ڪري اسڪول نه ايندي آهي.
4.اهڙي، تهڙي : اهڙي تهڙي شيءِ هلندڙ ماڻهو کان وٺي نه کائجي.
5.جيسين، تيسين : جيسين ٻار محنت نه ڪندا تيسين سنڌيءَ جي پرچي ۾ پاس نه ٿيندا.

**(ز) ڪي مرڪب لفظ ڪنهن اسم، صفت يا عدد سان ملائڻ سان جُڙن ٿا، جيئن: گهر ڏٽي، چڱو ڀلو، گهٽ وڌ وغيره. توهين اهڙا ٻيا لفظ لکي ڏيکاريو، جيڪي ڪنهن اسم، صفت ۽ عدد سان جُڙيا هجن.**

هيٺ مٿي، ٿورو گهڻو، ننڍو وڏو.

### (ح) هن يونٽ مان مُرڪب لفظ ڳولي لکو:

سوچ لوچ، غور فڪر، ان پٽ، آئوٽ پٽ، حساب ڪساب، ڏينهون ڏينهن، ڪاروهنوار، اچ کلهه.

### هيٺين لفظن جو اشتقاق ڪريو ۽ معنيٰ لکو:

1.اشرف المخلوقات: اشرف = اعليٰ + ال = جو+ مخلوقات = مخلوق.
سڀني کان اعليٰ مخلوق.

2.عظيم الشان: عظيم= وڏو+ ال = جو+ شان = رتبو، مان.
وڏي رتبي وارو.

3.سرانجام: سر= تي+ انجام= آخر.
ڪم کي پورو ڪرڻ.

# 18.انسانيت

## نوٽ

انسان سڀ هڪ جهڙا آهن. الله تعاليٰ سڀني انسانن کي هڪجهڙو بڻايو آهي. پر تمدن جي شروعات ۾ ڪن انسانن پنهنجي طاقت ۽ حرفت جي زور تي ڪمزور کي پنهنجو زيردست ۽ غلام بڻائي ان کان ڪم وٺڻ لڳا. ڪن قومن ته انهيءَ اصول تي طبقا ناهيا ۽ هڪ طبقو ٻئي کي پاڻ کان گهٽ سمجهڻ لڳو. جڏهن انسانيت طبقن ۾ ورهائجي ويئي، پائپي ۽ برادري فنا ٿي وئي ته اهڙي وقت

الله تعاليٰ جا پيغمبر انسانن کي سندس پيغام پهچائيندا رهيا ۽ اها تلقين ڪندا رهيا ته توهان سڀ انسان هڪجهڙا آهيو ۽ توهان ۾ ڪو به فرق نه آهي. آخري پيغمبر اسان جا رسول حضرت محمدﷺ آهن جن انسانيت جو سبق صحيح نموني ۾ ڏنو. جهڙيءَ طرح اسلام چوي ٿو ته الله تعاليٰ هڪ آهي، تهڙيءَ طرح ائين به چوي ٿو ته سڀ انسان به هڪ آهن. ڪنهن به انسان کي رنگ ۽ نسل جي ڪري ٻئي انسان تي فضيلت ۽ فوقيت ڪانهي. انسانيت انهيءَ کي چئجي جو ڏاڍي کي هيٺي جي، امير کي غريب جي ۽ عقل واري کي ابوجهه جي مدد ڪرڻ گهرجي.

انسانيت تڏهن قائم ٿي سگهندي جڏهن اسين هڪ ٻئي کي پنهنجو ڀاءُ سمجهنداسين. هڪٻئي سان پائپي ۽ برادريءَ سان هلڻ، هڪ ٻئي جي استحصال کان پاسو ڪرڻ گهرجي ۽ ننڍ وڏائيءَ جا فرق ۽ ويڇا وسارڻ کي ئي انسانيت چئبو آهي. نفرت ۽ حقارت جي ڪري انسان ۾ طبقا پندا ٿين ٿا ۽ هڪڙو طبقو ٻئي طبقي جو استحصال ڪرڻ لڳي ٿو ۽ دنيا جون سموريون سهولتون هڪڙي طبقي کي مهيا ٿي وڃن ٿيون ۽ ٻيو طبقو مانيءَ ٽڪر لاءِ پيو سڪندو آهي. ان ڪري انتشار پيدا ٿئي ٿو ۽ انسان انسانن جا دشمن ٿي پون ٿا.

ڪو به سچو مذهب هڪٻئي کان نفرت ڪرڻ جي اجازت نه ٿو ڏئي. اسلام ته اسان کي ائين سيکاريو آهي ته مذهب ۾ رواداري اختيار ڪريون ۽ ٻين جا حق نه ڪائون، متن ظلم نه ڪريون ۽ ٻين کي پاڻ کان گهٽ نه سمجهون.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.انسانيت ڇا کي ٿو چئجي؟**

جواب: انسانيت اها آهي ته هڪ ٻئي کان نفرت نه ڪجي، نه غرور ۽ نه تڪبر ڪري پاڻ کي مٿانهون سمجهجي، انسانيت انهيءَ کي چئجي، جو ڏاڍي کي هيٺي جي، امير کي غريب جي ۽ عقل واري کي اٻوجهه جي مدد ڪرڻ گهرجي.

**2.جڏهن انسانن الله تعاليٰ جي حڪمن تي هلڻ ڇڏي ڏنو، تڏهن ڪهڙو نتيجو نڪتو؟**

جواب: جڏهن انسانن الله تعاليٰ جي حڪمن تي هلڻ ڇڏي ڏنو، تڏهن انسانيت اهڙيءَ طرح هٽرادو طبقن ۾ ورهائجي وئي، انساني ڀائپي ۽ برادري فنا ٿي وئي، تڏهن الله تعاليٰ جي رحمت کي جوش آيو، الله تعاليٰ طرفان پنهنجن پيارن ٻانهن کي انسانن جي سڌاري لاءِ موڪليو ويو اهڙيءَ طرح وقت بوقت اهي الله تعاليٰ جا پيغام پهچائيندا رهيا ته اوهين سڀ انسان هڪ آهيو اوهان ۾ فرق ۽ ويڇا نه هئڻ گهرجن. ذات پات جي تقسيم اوهان جي فطرت جي خلاف آهي. انهيءَ ڪري هڪ ٻي وجو ۽ هڪٻئي سان هڪجهڙو ورتاءُ ڪريو. انسانيت جو سبق پيغمبرن ذريعي انسانن تائين پهچايو ويو پر صحيح انسانيت جو درس آخري پيغمبر حضرت محمدﷺ جن ڏنو.

**3.اسلام انسانيت بابت اسان کي ڇا ٿو سيکاري؟**

جواب: اسلام اسان کي ائين سيکاريو آهي ته مذهب ۾ رواداري اختيار ڪريون، جيڪڏهن اسان ۾ صحيح معنيٰ ۾ انسانيت پيدا ٿئي ته اسان کي جڳائي ته ٻين جا حق نه ڪائون، مٿن ظلم نه ڪريون ۽ ٻين کي پاڻ کان گهٽ نه سمجهون ڪنهن جي گلا ۽ غيبت نه ڪريون، خودغرضي ڇڏي ايثار وارو گڻ اختيار ڪريون، ڪنهن کي دوکو نه ڏيون ۽ ٻين جي حقن جي حفاظت ڪريون.

### (ب) هيٺئين ٽڪري مان صفت، حرف جر ۽ حرف جملا چونڊيو:

**ڪوبہ سچو مذهب، هڪٻئي کان نفرت ڪرڻ ۽ ٻئي مذهب جي ماڻهن کي بي گناهه قتل ڪرڻ جي اجازت نه ٿو ڏئي.**

صفت = سچو، نفرت

حرف جر = کان، جي، کي

حرف جملو = ۽

### (ج) هيٺين لفظن جا اشتقاق ڏيو:

1.پيغمبر : پيغام= نياپو+ بردن = کڻندڙ.
پيغام آڻيندڙ.

2.طاقتورن : طاقت = سگهه+ ور = وارو
طاقت وارو.

3.اٻوجهه : اَ = نه+ ٻوجهه = سمجهه.
اڻ ڄاڻ، اڻ سمجهه.

4.اوگڻ : اَ = نه+ گڻ = خاصيت.
خاصيت جو نه هجڻ.

5.خيرخواهه : خير= ڀلائي+ خواستن = چاهيندڙ.

پلائي چاهيندڙ.

6.رواداري : روا = طرف، پاسو+ داشتن = رکڻ.

پاسو وٺڻ.

### (د) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| هيٺي | ڏاڍي |
| فنا | بقا |
| رحمت | زحمت |
| خلاف | موافق، حمايت |
| اوکي | سوکي |
| خوبيون | خاميون |
| نفرت | محبت |
| متانهون | هيٺانهون |
| امير | غريب |
| اوگڻ | گڻ |

# 19.روهڙي

نوٽ

روهڙي سنڌ جي قديم ۽ تاريخي شهرن مان هڪ آهي. هي شهر سنڌو نديءَ جي اپرندي ڪناري تي اڏيل آهي. هي شهر قديم زماني کان آباد ٿيندو رهيو آهي. هتي تمام وٽندڙ ۽ تاريخي جايون آهن. هاڻوڪو شهر گهڻو قديم نه آهي. عربن جي ڪاهه وقت هن جو نالو نشان ئي نه هو. ان وقت اروڙ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. درياءَ جي رخ بدلائڻ ڪري اروڙ شهر ڦٽڻ لڳو ۽ روهڙيءَ جو نئون شهر آباد ٿيو.

هن شهر کي خاص اهميت حضور اڪرم ﷺ جن جي وار مبارڪ جي ڪري آهي. وار مبارڪ وارو روضو ايران جي بادشاهه نادر شاهه نهرايو هو. روهڙيءَ جو شهر اوڻهينءَ صديءَ تائين هميشه علم ۽ فضل جو مرڪز رهيو. هن شهر جي ڏکڻ ۾ درياءُ جي ڪناري تي"ستين جو آستان" نالي هڪ جاءِ آهي. جنهن لاءِ ڪيترين ئي روايتون آهن. روهڙيءَ جي سامهون درياءُ ۾ هڪ ٻيٽ آهي. جنهن کي خواجه خضر جو آستان ڪري چيو ويندو آهي. هي شهر سکر سان ٻن پلين ذريعي ڳنڍيل آهي. عربن مؤرخن ۽ يورپي سياحن روهڙيءَ جي باغن، ميون، گلن، ڪارڪن ۽ درياءَ جي مڇي، پلن ۽ بندر جي وڻج واپار جي تمام گهڻي ساراهه ڪئي آهي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**1.روهڙي شهر سنڌونديءَ جي ڪهڙي ڪپ تي آهي؟**

جواب: روهڙي شهر سنڌونديءَ جي اڀرندي ڪناري تي اڏيل آهي.

**2.سنڌ جي ڪهڙي حاڪم جي وقت ۾ روهڙيءَ کي ترقي ملي؟**

جواب: شاهه بيگ ارغون سنڌ جي فتح ڪانپوءِ بکر جي قلعي کي مضبوط ڪرڻ وقت بکر جي سيدن ۽ قاضين کي هن شهر ۾ زمين ڏيئي آباد ڪيو انهيءَ ڪري هيءُ شهر گهڻو وڌي ويو.

**3.روهڙي ڪهڙين ڳالهين ڪان مشهور آهي؟**

جواب: روهڙي شهر کي خاص اهميت هڪ دبليءِ ۾ رکيل حضور اڪرمﷺ جن جي وار مبارڪ جي ڪري آهي. وار مبارڪ وارو روضو ايران جي بادشاهه نادر شاهه ٺهرايو هو. وار مبارڪ واري روضي پرسان هڪ عاليشان مسجد ٺهيل آهي. جيڪا 1545ع ۾ ٺهي هئي. روضي جي پرسان شهنشاهه اڪبر جي گورنر فتح خان طرفان 1583ع ۾ ٺهرايل جامع مسجد آهي. ٽين عاليشان مسجد عيدگاهه آهي. جيڪا 1002هه 1593ع ۾ مير معصوم بکري ٺهرائي هئي. مير يعقوب علي شاهه طرفان 1677ع ۾ اڏايل وسيع مسجد به آهي. ان کان علاوه پلو، مڇي، ڪجين، ڪارڪن، بندر جي وڻج واپار ۽ عالمن ۽ فاضلن جي ڪري به مشهور آهي.

**4.روهڙيءَ جو شهر ڪهڙين پُلين جي ذريعي سکر سان ڳنڍيل آهي؟**

جواب: هيءُ شهر سکر سان ٻن پلين ذريعي ڳنڍيل آهي، هڪ پل جو نالو " لئنسڊائون پل" ۽ ٻي پل جو نالو "ايوب پل" آهي.

### (ب) هيٺين جملي مان حرف جر چونڊيو:

روهڙيءَ جي ڏکڻ ۾ درياءَ جي ڪناري تي ستين جي ٿانُ نالي، هڪ پر فضا جاءِ آهي.

جـــي، ۾، تـــي

### (ج) هيٺين لفظن جا اشتقاق ڏيو:

1.عاليشان : عالي = وڏو+ شان = عزت.
وڏي عزت وارو.

2.دولتمند : دولت = پئسو+ مند = وارو.
پئسي وارو.

3.ابوالقاسم : ابو= پيءُ+ ال = جو+ قاسم = ماڻهو جو نالو
قاسم جو پيءُ

4.ڪربلا : ڪرب = مصيبت+ بلا = آفت
مصيبت واري جاءِ

5.ڏهيسر : ڏهه = ڏهه+ سر = متو
ڏهن سرن وارو، سورهيه، بهادر

### (د) اهڙا ٽي لفظ ٺاهيو، جن جي پڇاڙي " گاهه" پڇاڙي هجي، جيئن عيدگاهه.

بندر گاهه، آرام گاهه، درس گاهه، انتظار گاهه، جنازه گاهه.

# 20.سورٺ ۽ راءِ ڏياچ

## نوٽ

راءِ ڏياچ نالي هڪڙو راجا جهونا ڳڙهه تي حڪومت ڪندو هو، سندس پيٽ کي ڪوبہ اولاد ڪونہ ٿيندو هو. هڪڙي پيري ڪنهن فقير دعا ڪيس تہ تو کي پٽ تہ ڄمندو پر وڏو ٿي تنهنجي پاءُ کي قتل ڪندو. فقير جي دعا سان راجڪماريءَ کي پٽ ڄائو هو جنهن کي هن صندوق ۾ وجهي درياءُ ۾ لوڙهي ڇڏيو. اها صندوق انيراءِ جي ملڪ ۾ اچي نڪتي ۽ هڪڙي چارڻ ۽ سندس زال کي ملي، اهي ٻار کي ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ ان کي پالڻ شروع ڪيائون سندس نالو ٻيجل رکيائون. ٻيجل وڏو ٿيو تہ جهنگ ۾ ڳٺهہ ۽ گهوڙا چارڻ لڳو. جهنگ ۾ ڪن شڪارين هرڻ کي ذبح ڪري ان جا آنڊا ڪرڙ جي وڻ تي ڦٽا ڪيا هئا. جڏهن ڏکڻ جي هوا لڳندي هئي تہ انهن آنڊن مان سريلو آواز نڪرندو هو. ان تي پکي پکڻ ۽ جانور بہ موهت ٿي اچي گڏ ٿيندا هئا. ٻيجل انهن آنڊن کي چنگ تي چاڙهي وڄائيندو هو. ان جي سرن جي هاڪ هر هنڌ پهچڻ لڳي. راجا انيراءِ کي اڳ ئي گهٽيون ڏيئرون هيون سو آخري ڌيءُ ڄائي تہ ان کي صندوق ۾ بند ڪري درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيائين، اها صندوق وري راءِ ڏياچ جي ملڪ ۾ اچي نڪتي ۽ اها رتني ڪنڀار کي ملي. ڪنڀار هن کي وڏي لاڏ ڪوڏ سان پاليو ۽ سورٺ نالو رکيائينس. سورٺ تمام گهڻي خوبصورت هئي. انيراءِ کي خبر پئي تہ هن رتني ڪان سورٺ جو سڱ گهريو، هن هائوڪار ڪئي. جڏهن ڪنڀار ڌهلن دمامن سان ڄڃ وٺي انيراءِ ڏانهن روانو ٿيو تہ راءِ ڏياچ کي خبر پئي تہ هن سورٺ کي ڪٽائي پاڻ ان سان شادي ڪئي. اها خبر جڏهن انيراءِ کي پئي تہ هو جهونا ڳڙهه تي ڪاهہ ڪري آيو، پر ٻارنهن مهينا گهيري ڪرڻ باوجود ڪجهہ بہ نہ وريس ۽ واپس موٽي ويو.

واپس اچي دولت جو ٿالهہ ڀري اعلان ڪرايائين تہ جيڪو بہ راءِ ڏياچ جو سر وڍي ايندو ان کي اها دولت ملندي. ٻيجل جي زال تمام لالچي هئي سو هن اهو ٿالهہ وٺي رکيو ۽ ٻيجل کي راءِ ڏياچ جو سر کپڻ لاءِ راضي ڪيائين. جهونا ڳڙهہ پهچي ٻيجل چنگ وڄائڻ شروع ڪيو ۽ سڄي شهر ۾ ماڻهن کي موهت ڪري ڇڏيائين اها خبر راءِ ڏياچ تائين بہ پهتي. هن ٻيجل کي دربار ۾ گهرائي اهو ساز ٻڌائڻ جو چيائين ساز ٻڌڻ ڪري راءِ ڏياچ اهڙو تہ مست ٿيو جو ٻيجل کي چيائين تہ جيڪو گهرڻو اٿئي گهر ٻيجل هڪدم چيو تہ تنهنجي سر جو گهورو آهيان. راءِ ڏياچ بہ مڱڻي کي مان ڏنو ۽ ڪٽاريءَ سان ڪنڌ ڪپي ڪٽي ٻيجل آڏو اڇلايائين. ٻيجل جڏهن راءِ ڏياچ جو سير ڪٽي انيراءِ وٽ پهتو تہ انيراءِ هڪل ڪري چيس تہ ”هيڏي وڏي سخي سردار جو سر ڪٽي آيو آهين سو اسان جو وري ڪهڙو سڄڻ ٿيندين هاٿي ڏيهہ نيڪالي اٿئي جتان آيو آهين تيڏانهن هليو وڃ“ ان ڪانپوءِ ٻيجل کي بہ گهڻي حيرت ٿي ۽ جهونا ڳڙهہ ڏانهن ڊوڙندو ويو. جڏهن شهر جي ويجهو پهتو تہ ڏٺائين سورٺ ڏاگهہ تي چڙهي رهي هئي ۽ پوءِ هن پاڻ کي بہ باهہ ۾ اڇلايو ۽ ائين هو بہ ختم ٿي ويو.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**1.راجڪماريءَ کي فقير ڇا چيو؟**

جواب: راجڪماريءَ کي فقير چيو تہ ”پنڙو سو ملنديئي، پر اهو پاٺهين جي سسي ڏڙ کان ڌار ڪندو“.

**2.راجڪماريءَ جنهن صندوق ۾ وجهي پار ڪي لوڙهيو هو، اُها صندوق ڪنهن کي هٿ آئي؟**

جواب: راجڪماريءَ جنهن صندوق ۾ پار وجهي لوڙهيو هو اها صندوق راجا انيراءِ جي ملڪ ۾ هڪ چارڻ ۽ ان جي زال کي هٿ آئي.

**3.انيراءِ جهونا ڳڙهہ تي ڇو ڪاهي آيو؟**

جواب: انيراءِ جهونا ڳڙهہ تي ان ڪري ڪاهي آيو ڇو تہ ان ملڪ جي بادشاهہ يعني راءِ ڏياچ انيراءِ جي مڱيندي (سورٺ) سان وهانءُ ڪيو هو.

**4.راءِ ڏياچ جو روح ڇا تي ريجهي پيو؟**

جواب: بيجل اهڙو تہ چنگ چوريو ۽ ساز مان اهڙا تہ سوز پريا جو راجا جو روح ريجهي پيو.

**5.بيجل، راءِ ڏياچ کان ڪهڙي گهر ڪئي؟**

جواب: بيجل، راءِ ڏياچ کان ان جي سسيءَ جي گهر ڪئي.

**6.بيجل، راءِ ڏياچ جو سر ڪٽي جڏهن انيراءِ وٽ پهتو، تڏهن هن ڇا چيس؟**

جواب: بيجل راءِ ڏياچ جو سر ڪٽي جڏهن انيراءِ وٽ پهتو، تڏهن هن پريان ئي هڪل ڪئي”هيڏي وڏي سخي سردار جو سر لٽي آيو آهين، سو اسان جو وري ڪهڙو سڄڻ ٿيندين هاڻي ڏيهہ نيڪالي اٿئي، جيڏانهن جو آهين اوڏانهن هليو وڃ!“.

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

1.سمي : وقت

جملو : ڪنهن سمي انسان غارن ۾ رهندو هو.

2.لڱا : ڏينهن

جملو : هڪ لڱا هيءَ دنيا ضرور فنا ٿيندي.

3.ملوڪ : سهڻو

جملو : صندوق ۾ هڪ ملوڪ ٻار پيل هو.

4.پرولي : ڳجهارت

جملو : هن وڏي ڪوشش ڪانپوءِ هڪ مشڪل پرولي سلي ورتي.

5.سَرهو : خوش

جملو : مائٽ اولاد جي ڪاميابيءَ تي هميشہ سرهو ٿيندو آهي.

6.چوچ : پيار

جملو : ڪجهہ والدين ڇوڪرن کي چوچ سان پاليندا آهن.

7.سُڌ : خبر، ڄاڻ

جملو : محترمہ بينظير ڀٽو جي قاتلن جي اڃا تائين سڌ نہ پئجي سگهي آهي.

8.اپسرا : خوبصورت

جملو : راءِ ڏياچ جي ملڪ ۾ سورٺ نالي هڪ اپسرا رهندي هئي.

9.وهانءُ : شادي

جملو : اسان پنهنجي سؤٽ جي وهانءُ ۾ ڪراچي ويندا سين.

10.پچرڻ: تڙپڻ

جملو : اسان کي ڀين جي پوزيشن ڪٽڻ تي پچرڻ نہ گهرجي.
11.منشا : مرضي
جملو : اسان کي هر ڪم پنهنجي منشا سان ڪرڻ گهرجي.
12.وچن : واعدو
جملو : وچن اهڙو ڪجي جيڪو پورو ڪري سگهجي.
13.رنگ رتول: محل جي خاص جاءِ دَري
جملو : راءِ ڏياچ جي خواهش تي ٻيجل کي رنگ رتول ۾ آندو ويو.
14.ووڙيڪ: ضمير
جملو : ڪوبہ غلط ڪم ڪرڻ ڪانپوءِ اڪثر ماڻهن کي ووڙيڪ جا وَڍَ پوندا آهن.
15.ڀسم : ختم
جملو : ٻيجل پنهنجو پاڻ کي باهہ ۾ اڇلايو ۽ سڙي ڀسم ٿي ويو.

## (ج) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکو:

1.پرولي سلڻ : ڳالهہ کي سمجهي وڃڻ
2.هڙ حاصل نہ ٿيڻ : ڪجهہ بہ نہ ملڻ
3.جُڻ ٻچو رُلائڻ : پاڙ پٽي ڇڏڻ
4.تند تنوارڻ : ڳائڻ يا ساز شروع ڪرڻ
5.ڳجهہ ڳرهڻ : راز جي ڳالهہ ڪرڻ
6.چنگ چورڻ : ساز وڄائڻ، ڳالهہ شروع ڪرڻ
7.روح ريجهڻ : دل خوش ٿيڻ
8.ماڻڪن مينهن وسائڻ: گهڻي انداز ۾ انعام ڏيڻ
9.ڇهہ ڇجڻ : حواس خطا ٿيڻ

## (د) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| راجا | پرجا |
| سَرهو | ارهو |
| سخي | ڪنجوس |
| ڏيهہ | پر ڏيهہ |
| مانُ | بي عزتي |
| سڄڻ | دشمن |

## (هہ) هن سبق مان مرڪب لفظ چونڊي لکو، جيئن "مال متاع".

رنگ رتول، پکي پکڻ، تند تنوارڻ، چنگ چورڻ، ڳجهہ ڳرهڻ، دهلن دمامن، ڇهہ ڇجڻ.

(و) ”ظرف“ اُهو لفظ آهي، جو فعل يا صفت يا ٻئي ظرف سان تو لڳي، ظرف وقت يا هنڌ يا دستور يا انداز انڪارُ تو ڏيکاري، جڏهن ظرف وقت تو ڏيکاري، تڏهن انهيءَ کي ظرف زمان ٿا چون، جيئن تہ اڄ، سڀاڻي، هاڻي، پوءِ، هميشہ ۽ جڏهن هنڌ تو ڏيکاري تڏهن ان کي ظرف مڪان تو چئجي، جيئن تہ هِتي، هُتي، هيٺ، مٿي، اڳيان، پٺيان: توهين ”ظرف زمان“ ۽ ”ظرف مڪان“ ۾ ڄاڻايل لفظ پنهنجن جملن ۾ ڪتب آڻي ڏيکاريو.

**ظرف زمان:**

1.اَڄُ : مرڪ اڄ اسڪول آئي آهي.
2.سڀاڻي: سڀاڻي اربع جو ڏينهن آهي.
3.هاڻي : هاڻي اسان نئون سبق شروع ڪيون ٿا.
4.پوءِ : آئون اسڪول مان اچي پوءِ آرام ڪندي آهيان.
5.هميشہ: مرڪ هميشہ مرڪندي رهندي آهي.
6.جڏهن: آئون جڏهن بہ ڪلاس ۾ ايندو آهيان تہ ٻار خاموش هوندا آهن.

**ظرف مڪان:**

1.هِتي : هتي جو ماحول ڏاڍو سنو آهي.
2.هُتي : هوءَ هتي ڪم ڪندي آهي.
3.هيٺ، مٿي: اسان جو چاچو مٿي ۽ اسان هيٺ رهندا آهيون.
4.اڳيان : منيشا اڪثر ڪري اڳيان ويهندي آهي.
5.پٺيان : ڪنهن جي پٺيان ان جي باري ۾ نہ ڳالهائجي.

# 1.شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليہ

## ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سارين | ياد ڪن |
| پرينءَ | محبوب (الله پاڪ) |
| لا مقصود في الدارين | انهن لاءِ ٻئي جهان پنهنجي محبوب (الله ) کان سواءِ ٻي مقصد آهن. |
| اِنَ پَر | اهڙي طرح |
| اتائون | چيائون |
| سَگر | ڏکيو رستو |
| سونائون | ڳولي لڌو |
| رَسِيلا | ملاقات |
| سونهين | ڳولين |
| واڌايون | مبارڪون _ مبارڪباد |
| وصال | ملاقات |
| چِتا | دل سان |
| اجار | صاف ڪر |
| علم لدني | ڳجهو علم (God gifted) |
| چوريجاه | پڙهجان |

## شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليہ (احوال)

شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه حيدرآباد ضلعي جي هالا تعلقي ۾ هالا حويلي ڳوٺ ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو شاهه حبيب هو. شاهه حبيب جي وفات ڪانپوءِ شاهه عبداللطيف ڀٽ کي پنهنجو مسڪن بڻايو. هڪ روايت آهي ته شاهه صاحب امي هو. ان بابت مختلف عالمن مختلف رايا ڏنا آهن. ڪن ڪيس يگانو عالم سڏيو آهي، ته ڪن صاحبن جي راءِ ۾ ڪيس "علم لدني" حاصل ٿيل هو. جيڪو ڌڻي تعاليٰ طرفان ڪامل ولين کي حاصل ٿيندو آهي. شاهه صاحب ٽن ڪتابن کي هميشه پاڻ سان گڏ رکندو هو، قرآن شريف، مَثنوي مولانا روم ۽ شاهه عبدلڪريم بلڙيءَ واري جو رسالو. "شاهه جو رسالو"، شاهه عبداللطيف رحه جو مشهور رسالو آهي. شاهه عبداللطيف کي سنڌ جا ماڻهو عقيدت ۾ "ڀٽائي گهوٽ، لاکيڻو لطيف ۽ لالئون لال لطيف" جي نالن سان ياد ڪن ٿا.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه 14 صفر1165ھ ۾ 1752 ع تي وفات ڪئي.

## بيتن جون سمجهاڻيون

(1)

سا سِٽَ نہ سارين ، الف جنهن جي اڳَ ۾
ناحــق نهــارين، پنا پِيـــا پــرينءَ لاءِ

سمجهاڻي: شاعرن جا سرتاج حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ هن بيت ۾ انهن انسانن لاءِ چيو آهي، جڏهن علم ارواح ۾ الله سائين انهن کان ” الست بِربّکم “ جو واعدو ورتو ۽ سڀني ” قالو بلیٰ “ چيو هو. هاڻ اهي الله سائين جي ذڪر کي ڇڏي اجايو پنهنجي محبوب سان ملڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن نهارين ٿا.

(2)

سا سِٽَ نہ سارِيائون، الف جنهن جي اڳ ۾
لا مقصــود فــي الدارين، ان پـــر تائون
سَڳر سونائون، ٿِيـــا رسيلا رحمــان سين

سمجهاڻي: شاعرن جا سرتاج حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ هن بيت ۾ انهن سچن صوفين ۽ سالڪن جو ذڪر ڪندي چيو آهي تہ انهن فقط الله سائينءَ جو ئي ذڪر ڪرڻ پسند ڪيو ۽ اهو سمجهيو تہ ٻئي جهان پنهنجي محبوب جي ملاقات کانسواءِ بي مقصد آهن. انهن اهڙو رستو اختيار ڪيو جو وڃي پنهنجي محبوب سان ملاقات ڪيائون.

(3)

ٿِيا رسيلا رحمان سين، سڳر سونهين جي،
آئيون تنين کـــي، واڌايـــون وصال جون

سمجهاڻي: شاعرن جا سرتاج حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ هن بيت ۾ انهن انسانن لاءِ چيو آهي، جن کي پنهنجي محبوب سان ملڻ جو رستو ملي ويو آهي ۽ انهن انسانن کي پنهنجي محبوب الله سائين سان ملڻ جون مبارڪون ملن ٿيون.

(4)

پڙهيو پڙهيجاءُ سبق انهيءَ سور جو،
ميم رکجانءِ من ۾، الف تنهن اڳياهُ
چِتا چوريجاهُ اهـــا لات لطيف چي.

سمجهاڻي: شاعرن جا سرتاج حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ هن بيت ۾ سمجهاڻي ڏني آهي تہ توهان فقط اهو سبق پيا پڙهجو جنهن ۾ توهانجي دل ۾ محمد صہ جن جو نالو هجي. پر ان کان اڳ۾ الله جو نالو اچي يعني ڪلمي ۾ ذڪر ڪندا رهو ۽ هميشہ اها لات دل سان لڳائي رکجو.

(5)

اکر پڙهہ الف جو، پيا ورق سڀ وسار،
اندر تون اجــار، پنا پڙهندين ڪيترا.

سمجهاڻي: شاعرن جا سرتاج حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه هن بيت ۾ انهن عالمن لاءِ چيو آهي جيڪي اجايا ڪتاب پيا پڙهن .شرعي مسئلن ۾ مونجهارا پيدا ڪن ٿا. انهن لاءِ صلاح اها آهي ته فقط الله ءِ الله جي ڪتاب ڪي پڙهي پورو ڪن ۽ پنهنجي سوچن ۽ خيالن کي پاڪ رکن.

## 2.سچل سرمست رحمته الله عليه

## ڏکين لفظن جي معنیٰ

| لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| ساريم | ياد ڪيم |
| سنگهار | مائٽ |
| لَڪَ | رستا |
| پيهي | لنگهي |
| پائر | ڏکڻ طرف وارو حصو (ٿر جو) |
| پنهوار | مائٽ |
| پکڙا | ڪچا گهر |
| اجڙوار | تباهه |
| مڪا | موڪليا |
| ويڙهيچا | مارو ـ ماڻهو |
| وريام | سورهيه |
| مدام | سدائين ـ هميشه (گهڻا) |
| سانگين | مائٽن |
| سانگ | ڪو ڪم (اتفاق سان پيش آيو). |
| خاصا | اهم، چڱا |
| خابرو | خبرون ونندڙ |
| سُڌَ | خبر، سار سنڀال لهندڙ |
| پانڌي | پنڌ هلندڙ |
| هيجئون | دل سان |
| تيلهائون | ڪناري |
| اتائون | چيائون |
| ڏر | طرف |
| ڏريجو | مائٽ، پنهنجو |
| ري ءِ | ڪانسواءِ |
| گرهيم | ڪيم |
| وسئن | آبادي |

## سچل سرمست رحمته الله عليه (احوال)

سچل سرمست جو اصل نالو ميان عبدالوهاب هو، پر ننڍي هوندي کان ئي کيس سچيڏنو ڪري سڏيندا هئا ۽ ان ڪري پاڻ شاعريءِ ۾ پڻ ”سچو، سچل ۽ سچيڏنو“ جو تخلص ڪم آندو اٿس. سچل

پنهنجي ڪلام ۾ ”آشڪار“ تخلص پڻ ڪم آندو آهي. سچل سرمست 1152ھ _ 1739ع ۾ درازن ۾ ڄائو.سندس والد جو نالو ميان صلاح الدين هو. سندس پيءُ جي وفات ڪانپوءِ سندن چاچي ميان عبدالحق جي سنڀال هيٺ رهيو. سچل سائين کي ”هفت زبان شاعر“ پڻ سڏيو ويندو آهي.

سچل سرمست رحہ نوي ورهين جي ڄمار ۾ 14 رمضان المبارڪ 1242ھ ۾ 1827ع تي درازن ۾ وفات ڪئي.

# بيتن جون سمجهاڻيون

## مارئيءَ جا بيت

(1)

ساريـــــم اڄ سنگهار، جن ڏٺي مـــون ڏينهن ٿيا!
سي هي لڪ لنگهي پيهي ويا، پانور منجهه پهنوار،
هٿـــــي وينا پڪـــڙا، هت سڪ تي اُجـــــڙ وار،
جـــن جي ساهه سنپار، ســـي اڄ پهنوار پري ٿيا.

سمجهاڻي: سچل سرمست جي هن بيت ۾ مارئي چوي ٿي تہ آئون اڄ پنهنجا مارو ياد ٿي ڪريان، جن کي ڏٺي مون کي ڏينهن ٿي ويا آهن. شايد سي هي رستا گذاري وڃي ٿر جي ڏکڻ طرف پنهنجا پڪا اڏي وينا آهن. آئون انهن لاءِ پريشان آهيان ۽ انهن کي پئي ياد ڪريان، پر اهي منهنجا مائٽ اڄ مون کان پري ٿي وينا آهن.

(2)

پهنوارن پيغـــــام ، جيڪـــر مُڪـــــا تڏهـــــــن،
پر اڄ مــــــون کان پــــري ٿيا، ويڙهيچا وريـام،
تيلها مـــــــون ڏي نہ آيا، ڏنهن سنگهارن ســلام،
هئا ملير مدام، پر ڪو سانگين اچي سانگ پيو.

سمجهاڻي: سچل سرمست جي هن بيت ۾ مارئي چوي ٿي تہ منهنجا مائٽ مون کي پيغام موڪلين هان. هنن مون ڏانهن ڪي سلام نہ موڪليا آهن، هو جيڪي سدائين ملير ۾ رهندا هئا. شايد هنن سان ڪو ڏکيو مسئلو پيش آيو آهي، جو هتان هليا ويا آهن.

(3)

تڏهن مڪائون، جيڪر مون ڏي خاصا خابرو،
لهڻ سڌ سنگهار جي ، نکو پانڌي پنيائون،
پر پري شايد پهنوار ويا ، جو سُڌ نہ لڌائون،
پڪا پانور ڪنڌئين، نئين هيجئون هنيائون،
ڇڏي ملڪ ملير ويـــــا، هن تــر تيلهائون،
ائين اُتائون، تہ هـــن ڏر ڏريجو ناهہ ڪـــو.

سمجهاڻي: سچل سرمست جي هن بيت ۾ مارئي چوي ٿي تہ منهنجا مارو مون ڏانهن ڪا خاص خبر وٺڻ لاءِ ڪو ماڻهو موڪلين ها. پر هنن نہ ڪا خبر لڌي نہ ئي ڪو ماڻهو موڪليو. شايد هو هتان

پري هليا ويا آهن يا پنهنجا گهر ٻئي پاسي اڏي وينا آهن. ملڪ ملير ڇڏي ٽر جي هن ڪناري تي گهر ناهي وينا آهن. هنن ايئن سمجهيو ته شايد هن طرف هنن جو پنهنجو ڪو ڪونهي.

(4)

ڪڏهن ڏينهن ڏنام، تي ساعت سومرا،
مارو ڪالهه ملير ۾، پر پري اڄ پيام،
آهن ڪين انهن ريءِ، اکڙين ۾ آرام،
سدا وتن سڪنديون، پر سانپڻ سور ٿيام،
سي پڻ ڪيڻ ويام، تي جن سان گڙهيم ڳالهڙيون.

<u>سمجهاڻي</u>: سچل سرمست هن بيت ۾ مارئي ڪان چورائي ٿو ته اي عمر بادشاهه! مون کي پنهنجو وطن ڏٺي گهڻو وقت ٿي ويو آهي. جنهن ڪان آئون هڪ پل به پري نه رهندي هئس. جيڪي منهنجا مائٽ ملير ۾ رهندا هئا، سي اڄ اتان پري هليا ويا آهن. مون کي انهن ڪانسواءِ اکين ۾ ننڊ، آرام ۽ سڪون نه آهي. منهنجون اکيون انهن لاءِ آتيون آهن. پر پنهنجا سور ويني سنڀاليان . آئون اهي ساروٽيون ٿي ياد ڪيان. جيڪي پنهنجي مائٽن سان ڪندي هئس.

(5)

جي هوند اتيئي، هئا ماروئڙا ملير ۾
سُڌ لڌائون سِگهڙي، حال ٻڌي هيئي،
پر تر چڙهي ويئي، جيڪسُ وسئن ويڙهيچن جي.

<u>سمجهاڻي</u>: سچل سرمست هن بيت ۾ مارئي ڪان چورائي ٿو ته جيڪڏهن منهنجا مائٽ ملير ۾ هجن هان ته منهنجو حال ٻڌي منهنجي جلد خبر لهن ها. پر جيڪڏهن هو هتان هليا ويا هوندا ۽ وڃي ٻئي هنڌ ڪٿي وينا آهن. پوءِ هنن تي ڪهڙي ميار ڏيان.

## 3.سامي

### ڏکين لفظن جي معنىٰ

| لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| مايا | ڌن، دولت |
| جيءَ | زندگي ، جسم |
| ڀَرَم | وسوسو ، وهم (اعتبار، ڀروسو) |
| غوطا | ٽٻي |
| مڙهي | نڪاڻو، مندر، اندر ۾ جهاتي پائڻ |
| ستگر | مرشد، رهنماء |
| ڪوت | قيد |
| اوديا | غفلت جي ننڊ |
| نگارو | دهل |
| نرٻاڻ | ڇوٽڪارو |

| نانا روپ | گرو نانڪ جهڙو |
|---|---|
| نٽ | شان و شوڪت |
| ول چل | فريب |
| ڏجها | تڪليف |
| اتم | اعليٰ |
| ڌن | دولت |
| مورک | غافل |
| مت | عقل |
| ري | ڪانسواءِ |

# سامي (احوال)

هن درويش جو پورو نالو ڀائي چين راءِ ٻچو مل لنڊ هو. ڀائي چين راءِ 1743ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. پنهنجي گرو سوامي مينگهراج ڀاڻيڻ جي نالي کي شرف ڏيڻ جي لاءِ شاعراڻو تخلص ڪڏهن ”سامي“ ته ڪڏهن ”ڀاڻيڻ“ ڪم آندو اٿس. ڀائي چين راءِ سن 1850ع ۾ شڪارپور ۾ 107 سالن جي عمر ۾ فوت ٿيو. هن جيڪي بيت چيا آهن تن کي ساميءَ جا سلوڪ سڏبو آهي.

## بيتن جون سمجهاڻيون

(1)

مـــايا ڀُلائي، وِڌو جِـــــيءُ ڀَـــرَمَ ۾

اڻ هونـــــدي درياءَ ۾، غوطا نت کائي،

سامي ڏسي ڪين ڪِي، منهن مڙهيءَ پائي،

ستـــگر جـــاڳائي، ته جاڳي جڙي پاڻ سان.

سمجهاڻي: هن ساميءَ جي سلوڪ ۾ شاعر چوي ٿو ته دنيا جي ڌن دولت ڀلائي اسان جي زندگين کي وهم ۽ وسوسن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي ۽ اسان ان عارضي دنيا جي درياءَ ۾ اجايا غوطا کائي رهيا آهيون. سامي چوي ٿو ته پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڪير به نٿو ڏسي. جيڪڏهن اسان جو رهبر رهنماءِ اسان جي رهنمائي ڪري ته اسين پنهنجو پاڻ کي سڃاڻون.

(2)

مـــايا ڀُلائي، وِڌو جِـــــيءُ ڀَـــرَمَ ۾

پـــاڻ پنهنجو پـــاڻ ۾، وينو وڃـــائي،

سپني ۾ سامـــي چئي، ڪوٽ جنم پائي،

اُوِديا پَٽ لاهي، جاڳي ڏِسي ڪين ڪـــي.

سمجهاڻي: هن ساميءَ جي سلوڪ ۾ شاعر چوي ٿو ته دنيا جي ڌن دولت ڀلائي اسان جي زندگين کي وهم ۽ وسوسن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي. اسان پنهنجي پاڻ کي وڃائي ڇڏيو آهي. اسان پنهنجي

پاڻ کي خيالن جي دنيا ۾ قيد ڪري ڇڏيو آهي. پنهنجي پاڻ تان غلط خيالن جا پردا لاهي جاڳي پنهنجي پاڻ کي نئتا سڃاڻون.

(3)

مـــايا ڀُلائي، وِڏا جِـــــيءَ ڀَـــــرَمَ ۾
سامي ڏسي ڪين ڪو، منهن مڙهيءَ پائي،
جنهن کي اوديـــــا ننڊ ۾، ستگر جاڳائي،
سو ويهي وڃائي، نگارو نـــــرپاڻ جـــو

سمجهاڻي: هن ساميءَ جي سلوڪ ۾ شاعر چوي ٿو ته دنيا جي ڌن دولت ڀلائي اسان جي زندگين کي وهم ۽ وسوسن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي . سامي! ڪير به پاڻ کي سڃاڻڻ لاءِ تيار نه آهي. ۽ پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي نه ٿو ڏسي.جنهن کي ان جو گرو (مرشد) ان کي نياڳ جي ننڊ مان اٿاريندو، اهو ئي ويهي چوٽڪاري جو نعرو هڻندو.

(4)

مـــــايا ڀُلائي، وِڏا جِـــــيءَ جهان جـــا
نانا روپ رچي ڪري ، ويـنـــــا نٽ ناهي،
پاڻو واڻـــو مَتِ ڪـــــي، سيڪـــو وڏائي،
منهن مڙهيءَ پائي، سامي ڏسي ڪو نه ڪو.

سمجهاڻي: هن ساميءَ جي سلوڪ ۾ شاعر چوي ٿو ته دنيا جي ڌن دولت جي حوس اسان کي هن دنيا جو قيدي بڻائي ڇڏيو آهي. ماڻهو شرافت جو ڪوڙو روپ ڌاري عيش پرستي ۾ مبتلا آهن ۽ هر ڪو پنهنجي پاڻ کي عقلمند سمجهي پڌرائي رهيو آهي. سامي! پنهنجي جيءَ ۾ جهاتي پائي ڏسڻ لاءِ ڪو به تيار نه آهي.

(5)

مـايا سڀ موهي، جيءَ ڪيا وس پانهنجي،
وڏائين ول ڇـــل سان، انـــــڌا ٻڌي ٽوئي،
ڏيئي ڏجها پـــــاڻ کي، ڪن هوئي هوئي،
آتمر ڌن کوهـــــي، مورک ويـنـــا مت ري.

سمجهاڻي: هن ساميءَ جي سلوڪ ۾ شاعر چوي ٿو ته دنيا جي ڌن دولت اسان کي پنهنجي چڪر ۾ ڦاسائي اسان جي زندگين کي به پنهنجي فريب سان، اسان کي غافل ڪري ڇڏيو اٿس ۽ اسان پنهنجي پاڻ کي تڪليف ڏئي پوءِ دانهون ڪندا آهيون. اسان انسانيت جي اعلىٰ دولت وڃائي بيوقوف ٿي بنا عقل جي زندگي جي رهيا آهيون.

# 4. سيد ثابت علي شاهه

## ڏکين لفظن جي معنىٰ

| لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| قطب تارا | وڏا، روشن تارا |
| عرش | آسمان |
| جُڙاءُ | سينگار |
| شمس و قمر | سج ۽ چنڊ |
| نورعين | اکين جا تارا |
| نت | هميشه |
| بشر | انسان |
| سپر | ڍال |
| ثر | پريل |
| ڪرسي | زمين |

## سيد ثابت علي شاهه (احوال)

سيد ثابت علي شاهه 1740ع ۾ ڄائو، سنڌس وڏا اصل ملتان جا رهاڪو هئا. مولوي مداح کان شعر جي اصلاح وٺندو هو ۽ ان کانسواءِ تفسير، حديث ۽ فقه جي تعليم پڻ ورتائين.سنڌي مرثيه گوئيءَ ۾ سندس پيو ڪو به مٽ ناهي.انکانسواءِ قصيده پڻ لکيا اٿس.
27 جمادي الثاني 1225هجري، 1810ع ۾ سيوهڻ ۾ وفات ڪيائين.

## بيتن جون سمجهاڻيون

(1)

ڪربلا جي قتل جي ڪر ڪا خبـــــر اي آسمان،
ڪيئن ڏنئه نيزن چڙهيا، شاهن جا سر اي آسمان.

**سمجهاڻي**: هن بيت ۾ سائين ثابت علي شاهه آسمان سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ اي آسمان! واقعه ڪربلا ۾ جيڪي شهيد ٿي ويا انهن جي خبر چار ڏي. اي آسمان تو انهن عظيم سردارن جا سر نيزن تي چڙهندي ڪيئن ڏٺا؟

(2)

هي خدا جا قطب تارا ، عرش ڪرسيءَ جا جڙاءَ
هي رسول الله جـــــا شمس و قمر اي آسمان

سمجهاڻي: هن بيت ۾ سائين ثابت علي شاهه آسمان سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته اي آسمان! هي خدا جا روشن تارا ۽ زمين و آسمان جا سينگار، هي رسول الله ﷺ جا سج ۽ چنڊ آهن.

(3)

مرتضيٰ مولا جا هي سر ساهه ۽ تنهن نورعين،
فاطمه الزهرا جا هي جــــــان وجگر اي آسمان

سمجهاڻي: هن بيت ۾ سائين ثابت علي شاهه آسمان سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته اي آسمان! هي مولا علي ع جا پيارا انهن جي اکين جا تارا، فاطمه الزهرا ع جا جان وجگر آهن.

(4)

هن سرن کي نت نبي صلواة جا بخشيا ثواب
تن جي پارت ڪيائين بـا جن وبشر اي آسمان

سمجهاڻي: هن بيت ۾ سائين ثابت علي شاهه آسمان سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته اي آسمان! هنن کي سدائين رسول الله ﷺ سلام ثواب بخشيا آهن، هنن جي هميشه جنن ۽ انسانن کي پارت ڪئي اٿن.

(5)

جڏ علي اصغر ڏنئه ٿي تير سان رت ۾ ٻـــڏل
چونه ان جي تير جي تون ٿئين سپر اي آسمان

سمجهاڻي: هن بيت ۾ سائين ثابت علي شاهه آسمان سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته اي آسمان! جڏهن تو ڇهن مهينن جي معصوم علي اصغر ع کي تير سان رت سان ٻڏل ڏٺو، تڏهن ڇو نه تون ان جي تير آڏو اچي ڍال ٿئين.

(6)

جڏ ڏنئه عباس پياسن ڪـــاڻ پاڻيءَ تـــــي ڪٺو
توکي روئڻو هو ، جي تو ۾ هو ڪکر اي آسمان

سمجهاڻي: هن بيت ۾ سائين ثابت علي شاهه آسمان سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته اي آسمان! جڏهن تو ڏٺو ته حضرت عباس علمدار ع ڪربلا جي اجايلن لاءِ پاڻي ڪٺي اچڻ جي ڪري شهيد ٿي ويو ته جيڪڏهن تو ۾ ڪکر هئا ته تو ڪربلا جي اجايلن لاءِ مينهن ڇو نه وسايو، اجايلن جي اڃ اجهامي ها.

(7)

منهن ڏنئه اڪبر جو هـــو ساڳيو مثـــال مصطفيٰ
ڪيئن ڏنئه نيزي تي، پنهنجي رت ۾ تر اي آسمان

سمجهاڻي: هن بيت ۾ سائين ثابت علي شاهه آسمان سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته اي آسمان! تو وٽ 18 سالن جي نوجوان شهزادي علي اڪبر ع جن جو چهرو مبارڪ پاڻ ڪريم صہ جن جي چهري مثل هو. ان کي پنهنجي ئي رت ۾ ٻڏل نيزي تي چڙهندي ڪيئن ڏٺو.

(8)

سر حسين ابن علي هو سڀ جي اڳ ۾ نيزه سر
پر سندس ۾ ياڻنيا ۽ سڀ جگـــر اي آسمـــان

سمجهاڻي: هن بيت ۾ سائين ثابت علي شاهه آسمان سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته اي آسمان! تو کي خبر آهي ته سڀ کان اڳ ۾ نيزي تي حسين ابن علي جو سر هو ۽ ان جي پر ۾ سندس اهل بيت ۽ وفادار ساٿي مٽ مائٽ ۽ جگر گوشه هئا.

## 5. مير حسن علي خان ٽالپر

### ڏکين لفظن جي معنیٰ

| لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| ابر | ڪڪر |
| آتش فشان | ٻرندڙ جبل |
| ڪارزار | جنگ جو ميدان |
| تپ | گرم |
| لرزه | ڏڪڻ |
| ڪوهسار | جابلو سلسلو |
| يلان | بهادر سپاهي |
| پوست | کل |
| استخوان | هڏا |
| اجل | موت |
| قلب | دل (وچ) |
| مرغ روح | روح جا پکي |
| آشيان | آکيرو |
| دشت | جهنگ |
| رڻ | بيابان |
| سرڪش | باغي |
| لافون | ٻٽاڪون |
| سندم | مون جهڙو |

| هم ترازو | برابر |
|---|---|
| چرم | کل |

# مير حسن علي خان ٽالپر (احوال)

مير علي حسن خان ”حسن“ 1240ھ 1824ع ۾ ڄائو سندس والد جو نالو مير محمد نصير خان هو. 1843ع ۾ جڏهن انگريزن سنڌ تي حملو ڪيوتڏهن سندس عمر 19 سال هئي. هن به پنهنجي والد ۽ ٻين ٽالپرن سان گڏ قيد ٿي بمبئي پوني ۽ ڪلڪتي ۾ نظر بنديءَ ڪانپوءِ 1863ع ۾ سنڌ آيو. مير صاحب نه رڳو هڪ سٺو شاعر هو،چڱو نثر نويس پڻ هو، سندس جوڙيل مثنوي سنڌ جو شاهه نامو مشهور آهي، جنهن ۾ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي وچ ۾ لڳل جنگ جو بيان آهي. هن 1344هجري ، 1909ع ۾ وفات ڪئي.

## بيتن جون سمجهاڻيون

### جنگ جي ميدان جو هڪ ڏيک

(1)

ﺑﻪ ﻟﺸﻜﺮ ﭼﻮان ﻳﺎ ﺑﻪ ﺩﺭﻳﺎﺀ ﭼﻮﺍﻥ،
ﺑﻪ ﻟﺸﻜﺮ ﻫﺎ ﻳﺎ ﺍﺑﺮ ﺁﺗﺶ ﻓﺸـــﺎﻥ

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر جنگ جي منظر جي بيان ڪندي چوي ٿو ته آئون انهن کي ٻه لشڪر يا ٻه درياءَ چوان، چاڪاڻ ته اهي ٻئي لشڪر درياء جي لهرن وانگر چوليون هڻي رهيا هئا. يا اهي ٻئي لشڪر ڪارن ڪڪرن جيان هڪ ٻئي جبل جيان هئا.

(2)

ايئن گرم ٿي آتش ڪـــــار زار،
جو تپ لرزه ٿيودر دل ڪوهسار.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر جنگ جي ميدان جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته جنگ جي ڪري جنگ جو ميدان ايئن گرم ٿيو جو زمين تپي پئي ۽ جبلن جا سلسلا به ڏڪي ويا.

(3)

ٻري باهه وئي در دماغ يـــــــــلان،
جلي جنهن ۾ ويا پوست ۽ استخوان

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر جنگ جي بهادر سپاهين جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته انهن جي دماغ ۾ ويڙهه جي باهه ايتري قدر ته ٻري پئي جو جنهن ۾ سندن کلون ۽ هڏا به ٻري ٿي ويا.

(4)

رسيو جنهن جي سر تي اجل جـــو پيام
تنهن نوڙائي سر تن کي ڪيوٽي سلام

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته ان جنگ ۾ جنهن کي به موت جو پيغام اچي مليو، ان پيغام کي دل سان ٿي نوڙي قبول ڪيو.

(5)

جدا ٿي قلب کان گهڻا روح ويا،
چڏي مرغ روح آشيانہ هليــــــا.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر جنگ جي منظر بابت چوي ٿو ته اهڙي گهمسان جي جنگ لڳي جو ڪيترن جا ئي هانءَ ڇجي پيا ۽ روح وارا پکي به پنهنجا آکيرا ڇڏي هليا ويا.

(6)

لنگهي جنگ وئي انداز کان پـــري
نہ مشڪل هو جو دشت رڻ جو ٻري.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر جنگ جي منظر کي بيان ڪندي چوي ٿو ته جنگ تمام وڌي وئي ، جنگ ايتري تہ وڌي وئي جو جنگ جي ميدان ۾ ڪو بہ مشعل ٻري نہ سگهيو.

(7)

اچي پهتو جنهن وقت در دشـــــت جيئن
اتي بيهي لافون ٿي هنيائين ٿي هيـــئن.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر جنگ جي منظر کي بيان ڪندي چوي ٿو تہ جڏهن اهڙي ڪوڙي پهلوان جنگ جي ميدان ۾ اچي اهڙي قسم جون ڊاڙون ٿي هنيون.

(8)

سندم ناه ڪو مٽ جو تنهن سان وڙهان
اچي دل جهلي جي ڪـــــــو هوءِ پهلوان

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر جنگ جي منظر کي بيان ڪندي چوي ٿو تہ هن ڪوڙي پهلوان ٿي چيو تہ مون جهڙو ڪو ٻيو ناهي. جنهن سان آئون مقابلو ڪريان. جيڪڏهن آهي تہ دل جهلي اچي مون سان مقابلو ڪري.

(9)

ڏسي قـــوت زور بـــــازو سندم،
نہ ٿي سگهندو ڪو هم ترازو سندم

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر جنگ جي منظر ڪي بيان ڪندي چوي ٿو ته هن ڪوڙي پهلوان هٺ وڏائي، فخر ڪندي چيو ٿي ته منهنجي ٻانهن جي طاقت ڏسي ڪو منهنجي برابر ٿي نه سگهندو.

(10)

ڏٺو مير فتح علي خان دلير
گدڙ آهِ آيو ڍڪي چرم شير

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر جنگ جي منظر ڪي بيان ڪندي چوي ٿو ته جڏهن مير فتح علي خان جهڙي بهادر ان کي ڏٺو ته چيائين ته هو گدڙ بزدل شينهن جي کل پهري ڦوڪون هڻي رهيو آهي پر هو ڪوڙو، جنگ جو تاب سهي نه سگهندو.

# 6. مير عبدالحسين "سانگي"

## ڏکين لفظن جي معنیٰ

| لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| اهلِ نظر | بزرگ، وڏا |
| مرغوب | راغب ٿيڻ، پسند اچڻ |
| طلب | گهرج |
| تند | وڏائي، هٺ |
| ٽوٽِ ٽيلارا | غرور. تڪبر |
| ٽرڻ | پري رهڻ، پاسو ڪرڻ |
| راڄ | قبيلو، خاندان |
| آشنائي | واقفيت، سڃاڻپ |
| پرت | محبت، پيار |
| پلڻ | پري رکڻ |
| ڏنگن | ڏاڍن |
| ڏرڻ | پاسو ڪرڻ |
| واجب | ضروري |

## مير عبدالحسين "سانگي" (احوال)

مير عبدالحسين سانگي جي والد جو نالو مير عباس علي هو. هن جي والد مير عباس علي هڪ انگريز خاتون سان ڪلڪتي جي هزاري باغ ۾ نظربنديءَ دوران شادي ڪئي، جنهن مان مير عبدالحسين سانگي 1851ع ۾ پيدا ٿيو. 1857ع ۾ والد جي وفات ڪانپوءِ هن جي چاچي مير حسن علي خان ان جي سنڀال ڪئي ۽ پنهنجي چاچي سان گڏجي سنڌ ۾ آيو. حيدرآباد ۾ تعليم حاصل ڪيائين. سرڪار طرفان ڪيس اسپيشل فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽي جو عهدو مليو.

سانگيءَ کي ننڍپڻ کان وٺي شاعري جو شوق هو. اڳتي هلي سانگي پنهنجي دور جي وڏن شاعرن ۾ ليکجڻ لڳو. سنڌ جا نامبارا شاعر سندس محل ۾ اچي محفلون ڪندا هئا. سانگي 12 جون 1924ع ۾ وفات ڪئي. هو ڪي سنڌي غزل جو بادشاهه سڏيو وڃي ٿو. سندس ڪتابن مان ”ديوان سانگي، لطائف لطيفي ۽ ڪلياتِ سانگي“ ڪافي مشهور آهن، جيڪي ڇپجي چڪا آهن.

## بيتن جون سمجهاڻيون

(1)

آهي دنيا ۾ جـــي رهڻ واجب
سور تنهن جا آهن سهڻ واجب

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪڏهن توهان کي هن دنيا ۾ رهڻو آهي ته پوءِ توهان کي هن دنيا جا ڏک ۽ تڪليفون برداشت ڪرڻا پوندا.

(2)

اهل نظرن کي جا اچي مرغوب
چال اهڙي آهـــــي چلڻ واجب

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته توهان اهڙي هلت هلو جيڪا توهان جي وڏن ۽ بزرگن کي پسند اچي.

(3)

توڙي درياءُ يـــا سمنڊ هجي
ٿيو طلب يار ۾ ترڻ واجب

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته توهان کي جيڪڏهن منزل حاصل ڪرڻي آهي ته پوءِ توهان کي ان جي طلب ۾ درياءُ يا سمنڊ به پار ڪرڻو پوندو.

(4)

تند مان ڪن جي تـــوت ٽيلارا
انهيءَ ٽولي کان ٿيو ٽرڻ واجب

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اهي ماڻهو جيڪي هٺ وڏائي ۽ تڪبر ڪن ٿا انهن جي صحبت کان پري رهڻ گهرجي.

(5)

نيڪ و بد جيڪي ڪو چوي سو چوي
تنهن تي هرگــــز نہ ڪن ڪرڻ واجب

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ جيڪڏهن توهان کي هن دنيا ۾ ڪير ڀلو يا خراب چوي ٿو تہ بہ توهان هرگز ان جي ڳالھ تي ڌيان نہ ڏيو.

(6)

رات کي ڏينهن، ڏينهن کي چئہ رات
راڄ ۾ جـــــي اٿئي رهـــــڻ واجب.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ جيڪڏهن توهان کي هن دنيا سان هلڻو آهي تہ پوءِ دنيا جي روش مطابق ها ۾ ها ملائڻي پوندي.

(7)

آشنائي جا وڻ بہ ويـــا وڍجي،
پرت ڪان پاڻ کي پلڻ واجب.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ انسانن مان سچائپ واري خصلت نڪري وئي آهي، انڪري محبت ۽ پيار واري پرچار کان پاڻ کي پري رک.

(8)

پهلواني جو وقت ويو گـــذري.
آهي ڏنگن کان ٿيو ڏرڻ واجب

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ هاڻي بهادري جا جوهر ڏيکارڻ جو وقت ناهي رهيوءِ برن ماڻهن کان خوف کائڻ جو وقت اچي ويو آهي.

(9)

”سانگي“ آهي صلاح تان ڪنهن کي،
سور ناهـــن ڪڏهن سلـــڻ واجب.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر ”سانگي“ اسان کي صلاح ڏيندي چوي ٿو تہ پنهنجي تڪليف ڪنهن کي بہ ٻڌائڻ ضروري ناهي، مطلب تہ ڪنهن سان ڏک ونڊڻ جو وقت ناهي رهيو.

# 7. مرزا قليچ بيگ

## ڏکين لفظن جي معنىٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| روزِ جزا | قيامت جو ڏينهن |
| هلاڪ | پريشان |
| حرص | لالچ |
| سرڪشي | مغروري |
| رنج و بلا | مصيبت |

# مرزا قليچ بيگ (احوال)

مرزا قليچ بيگ جا وڏڙا جارجيا ، گرجستان ( ايشيا ننڍي ترڪي) جا رهاڪو هئا. سنڌس ڏاڏو هڪ عيسائي امير هو. هن جي پٽ جو نالو سدني هو. ايران جي هڪ جاگيردار سدني کي مسلمان ڪري مٿس فريدون بيگ نالو رکيو. مير ڪرم علي خان جڏهن ايران ويو فريدون بيگ کي پاڻ سان گڏ وٺي آيو. مير ڪرم علي خان فريدون بيگ کي مرزا خسرو بيگ جي سنڀال هيٺ ڇڏيو. مرزا خسرو بيگ کيس نياڻي ڏني جنهن مان کيس ست پٽ ۽ ٻه نياڻيون ٿيون، انهن مان ٽيون نمبر پٽ مرزا قليچ بيگ هو. هن جو جنم 4 محرم 1270هجري _ 1853ع ۾ ٽنڊي نوڙهي ۾ ٿيو. قرآن شريف، عربي، فارسي ۽ سنڌي جي تعليم ڪانپوءِ حيدرآباد جي سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ تعليم ورتائين.

ان ڪانپوءِ ايليفنسٽن ڪاليج ۾ بي _ اي ۾ داخلا ورتائين، مختيار ڪاري جي عهدي ڪانپوءِ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. سنڌ جو هي عظيم ليکڪ هڪ ئي وقت شاعر، ناٽڪ نويس، مورخ ۽ مترجم هو. سنڌس اصل توڙي ترجما ڪيل ڪتابن جو تعداد سوَن تائين پهچي ويو.

سنڌ جي عظيم ليکڪ مرزا قليچ بيگ ستهتر (77) ورهين جي ڄمار ۾ 03 جولائي 1969ع تي وفات ڪئي. مرزا قليچ بيگ کي سنڌ جو "شيڪسپيئر" ٻه چوندا آهن.

## بيتن جون سمجهاڻيون

(1)

**فخر دولت تي نہ ڪر اي دل خدا جي واسطي،**
**مال ملڪ ۽ تاج تخت آهن فنا جي واسطي.**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي دل! خدا جي واسطي مال، دولت، بادشاهي جيڪي سڀ هڪ ڏينهن ختم ٿي وينديون. انهن تي غرور ۽ تڪبر نہ ڪر.

(2)

**ڇا ڪندو ڪو اصل تي يا نسل تي پنهنجي غرور،**
**اصل نسل انسان جو آهي نما جـــــــي واسطي**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ ڪير پنهنجي خاندان يا نسل تي تڪبر، هٺ، وڏائي ڪهڙي ڪندو اصل ۾ اهو سڀ ڪجهہ ڏيکاءَ جي لاءِ آهي.

(3)

ڪا ڪمائي ڪر هتي هُت آهي عملن جي پڇا
نيڪ بد آهي اصل روزِ جزا جـــي واســطي.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اي انسان! هن دنيا ۾ ڪا نيڪ عملن جي ڪمائي ڪري وٺ، ڇاڪاڻ ته آخرت ۾، دنيا ۾ ڪيل نيڪين ۽ برائين بابت توکان پڇا ڪئي ويندي.

(4)

پاڻ کي تو عيش عشرت لِيءِ ڪرين ناحق هلاڪ
هر طرح حيران ٿين حرص وهوا جي واســطي.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته تون پاڻ کي هرو ڀرو عيش وعشرت لاءِ پريشان ڪري رهيو آهين ۽ اهو سڀ ڪجهه لالچ جي ڪري ٿئي ٿو. دنيا جي خاطر تو پاڻ کي پريشان ڪري رهيو آهين.

(5)

لطف ۽ احسان هر ڪنهن تي تو جڳائي ڪرڻ،
سرڪشي گهرجي ڇڏڻ شرم وحيا جي واسطي.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اي انسان! تو کي هر ڪنهن تي احسان ڀلائي ڪرڻ جڳائي ٿي، تون شرم وحيا جي ڪري پنهنجي هٺ وڏائي ۽ مغروريءَ کي ڇڏي ڏي.

(6)

خود پرستي، خود نمائي، خود خيالي غرق ڪـــر،
نفس سان ڪر جنگ تون، صلح و صفا جي واسطي

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته خود غرض پنهنجو پاڻ کي پڏائڻ ۽ پنهنجي خود پسند خياليءَ کي ڇڏي ڏي. انهن غلط خيالن کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي نفس سان جنگ ڪر ۽ امن ۽ محبت سان رهڻ جي ڪوشش ڪر.

(7)

صبر سان تون دور هن دنيا دورنگيءَ جو لنگهاءِ
هر ڪــــــو پيدا آ ٿيو رنج و بلا جي واسطي

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اي انسان! تون خاموشي ۽ صبر سان هن ٻئن معيارن جي دورنگي دنيا مان لنگهي پار ٿي، هتي هرڪو مصيبتون، پريشانيون ۽ ڏک سهڻ لاءِ پيدا ٿيو آهي.

(8)

تو گهري هر وقت جڳ جو خير قادر کان ”قليچ“
هٿ کڻي درگاهه حق جي ۾ دعـــا جي واسطي.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر الله پاڪ جي دربار ۾ هٿ کڻي دعا ٿو گهري ته اي الله سائين! هن دنيا جو هر وقت خير رکجان.

# 8. محمد صديق ”مسافر“

## ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ويساک | هندي مهيني جو نالو |
| لُڪون ۽ جهولا | گرم هوائون |
| ڏکيرو | مشڪل |
| رولا | هيڏانهن هوڏانهن ڦرڻ |
| پڪا | وينجهڻا |
| ڪتولا | ڪتون |
| ري | ڪانسواءِ |
| آڌر | سهاري |
| سُجهي | سمجهي |
| هِنيا | دل |
| مهر | رحمت |
| سنگهار | مائٽ، مارو |
| فلڪ | آسمان |
| نڪترن | نکٽ، تارن جو جهرمٽ (ميڙ) |
| عرش | آسمان |
| ڪثرت | گهڻائي |
| وحدت | هيڪڙائي |
| تڪوئي تاڙي | غور سان ڏسي |
| تاڏون | تپا |

## محمد صديق ”مسافر“ (احوال)

محمد صديق ”مسافر“ ولد گلاب خان ٽنڊي باگي ضلعي بدين ۾ 1879ع ۾ ڄائو. سنڌي ماستريءَ مان ترقي ڪري 1934ع ۾ سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي جي مئنيجنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ٿيو. تصنيف ۽ تاليف ڪميٽيءَ ۾ پاڻ ميمبر هو. شاعر نقاد، نثر نويس ۽ بهترين استاد هو. اخبار تعليم جو ايڊيٽر پڻ ٿي رهيو آهي. 41 ڪتابن جو مصنف پڻ آهي. محمد صديق ”مسافر“ 1961ع ۾ وفات ڪئي.

## بيتن جون سمجهاڻيون

(1)

ويساک جو مهينو، جنهن ۾ لڪون ۽ جهولا،
چڙ آسمان اچليا، ٿي گرم گرم گولا.
گذريو ٿي ڏينهن ڏکيرو، پر رات جو به رولا
ڪن ڪي پڪا هٽن ۾، ڪن جا ڪڏن ڪٽولا

*************

”تڏڪار ڪا ٿئي“ اي‌ءَ وات سڀ جي وائي،
”ري مينهن مهر“ جي ٻي آڌر سجهي نه ڪائي.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جڏهن ويساک جو مهينو اچي ٿو ته گرم گرم هوائون گهلن ٿيون. ايئن لڳندو آهي جڻ آسمان مان ڪنهن باهه جا گولا وسايا هجن. ڏينهن ته نهيو پر رات جو آرام به نه ايندو آهي. پوءِ ڪن ڪي ڏينهن جو هٽن ۾ هوا لاءِ پڪا هٽا پوندا آهن ۽ ڪي وري رات جو پنهنجون ڪٽون ڪڏن تي وجهي وجهندا آهن. سيڪو پيو چوندو آهي ته الله سائين ڪا رحمت وسائي ۽ ڪا تڏڪار ٿئي، انهيءَ ڪانسوءِ ڪا راهه نه آهي. رب پنهنجي رحمت ڪري.

(2)

هارين هنيا لهي ويا، دل سست ڪئي سنگهارن،
پروردگار پل پل، پي ياد ڪيو پنهوارن
ٿي بيقرار فطرت ، پسنديئي ئي بيقرارن
پيو ترٽلو فلڪ ۾، منجهه نکتن سيارن.

*************

ات عرش جون هنيون پڻ، بي اختيار ٿي پيو.
هارڻ هنجن جي ڪارڻ، تهدل تيار ٿي پيو.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته ويساک جي موسم جي ڪري هارين جا دل لهي ويا آهن. مارو ماڻهو سست ٿي پيا آهن ۽ هر وقت پنهنجي پالڻهار کي ياد پيا ڪن. انهن جي بيقراري ڏسي نيٺ قادر جي قدرت بيقرار ٿي پئي ۽ آسمان ۾ ستارن جي جهرمٽ (ميڙ) ۾ ترٽلو مچي ويو اتي پڻ آسمان جي دل چاڪ ٿي ، مينهن جي صورت ۾ دل سان هنجون هارڻ لڳي.

(3)

مولى جي مهر برسي، ڌرتيءَ جي اڄ اجهاڻي،
سر سبز سينو ان جو، مرڪي هينئر نماڻي،
تر بر تلا ترائين، پلٽيو پلر جو پاڻي،
گل ڦل ٽڙيا ولين ۾، وٽڪار موج ماڻي

*************

برسات ري ٻــــڪن ۾ ، جي ٿي ويا ها پورا،
ٽپيو ڏين ٿا تاڏون ، اڄ ڍور ســـــي سمورا.

**سمجهاڻي**: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته الله سائين پنهنجي رحمت جو مينهن وسايو ۽ ڌرتيءَ جي اڄ اجهامي وئي. ڌرتي جو سينو سائو ٿي ويو ۽ هن ڌرتي جي نياڻين خوشيون ملهايون. بيابان، رڻ پٽ، ڍنڍيون، ترايون مينهن جي پاڻيءَ سان پرجي ويون. هر هنڌ باغن ۾ ولين ۾ قسمين قسمين گل ڦل پيدا ٿي ويا. وڻن ۾ موج ۽ مستي اچي وئي. جيڪي غريب مارو برسات جي نه پوڻ سبب مايوس ٿي ويا هئا. اڄ اهي مالوند ماڻهو خوشيون ملهائي رهيا آهن.

(4)

اڀ ڪـــــي ڏني امانت، ڌرتيءَ بخار ســـان جـــا،
اڀ ڪـئي ادا امـــــانت، لڙڪـــــن قطار سان سا،
قدرت ڪشش ٻنهي ۾ ، ڪئي اهڙي ڪار سان ڪا
ڪثرت ۾ نقطو وحـــــدت، لاتائين تار سان ڇـــا.
**************
پوءِ مـــــــــوج ۾ "مسافر"، برسات ڇـــو نه آڻي؟
ٿو ذرو ذرو جنهن جــــــــو، تن ڪي تڪو ئي تاڻي

**سمجهاڻي**: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته ڌرتي بخارات جي صورت ۾ آسمان کي جيڪا امانت ڏني آسمان اها امانت مينهن وسائي واپس موٽائي ڏني. الله سائين پنهنجي طاقت سان ٻنهي کي لاجواب طريقي سان ملايو. مطلب ته ان وحدت ۽ ڪثرت واري نقطي جي وضاحت ڪيل اهي. شاعر آخر ۾ پاڻ سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته پوءِ اهڙي مستي ۾ برسات ڇو نه پوي جتي هر ذرو ذرو دل کي پانئجي وجي ٿو.

# 9. ڪشنچند بيوس

## ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| جائداد | ملڪيت |
| ورثي | حصي |
| وبال | مصيبت |
| زير بار | هينيان |
| گروي | ٻئي وٽ پيسن تي رکيل |
| اونو | فڪر، ڳڻتي |
| جوکي | ڏکئيي |
| جنجال | پريشاني |
| هانوَ | دل |
| ونئن | پري |
| آجي | آزاد |
| اوچ | وڏائي |
| حريص | لالچي |
| خبيث | پليت |
| چانگي | وڻ جون ٽاريون وڍي |
| چنو | ڇپَر |
| محصول | ٽيڪس، چنگي |
| ڍوڍي | ماني |
| خمار | نشو |
| غالب | ڪنهن شيءِ تي قبضو ڪرڻ |
| چنتا | ڳڻتي |
| چوچڙي | ٻاهر، چٽنگ |
| پٽڪار | هوا جا سوسات |

## ڪشنچند بيوس (احوال)

ڪشنچند تيرٿ داس ڪتري 1885ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. سنڌس وڏا اصل ملتان جا هئا. سندس پڙ ڏاڏو اصل اٽڪل 18 هين صدي جي وچ ڌاري لاڙڪاڻي اچي رهيو. فائنل پاس ڪري، پرائمري ماستر ٿيو. ٽي سال ٽريننگ ڪاليج جا پاس ڪري هيڊ ماستريءَ تائين پهتو. 1940ع ۾ پينشن ورتائين، ان ڪانپوءِ طب جو ڌنڌو شروع ڪيائين. 23 سيپٽمبر 1947ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيائين..

# بيتن جون سمجهاڻيون

(1)

جـــــا آهـــ جائداد نہ ورثي وبـــــال ڪان،
ٽيندي نہ زير بـــــار جا گرويءَ جي خيال ڪان،
اونو نہ جنهن کي آهي ڪو جوکي جنجال ڪان،
هـــــلڪي رهي جا هانوَ تي سولي سنيال ڪان،
*************
جنهن ۾ غـــرور زر نہ سراسر سگهي گهڙي،
الا! جهـــريءَ مَ شال غريبن جـــي جهوپڙي!

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ جيڪا ملڪيت، حصيداريءَ جي مصيبت کان آجي آهي جيڪا پئسن تي گروي نہ ٿيڻ جوڳي آهي. جنهن کي ڪنهن بہ پريشاني ۽ فڪر جي ضرورت ناهي. جيڪا سنڀال ڪرڻ ۾ انتهائي سولي آهي. جنهن ۾ ڪڏهن بہ غرور، تڪبر، هٺ، وڏائي داخل ٿي نٿي سگهي. الله سائين غريبن جي اهڙي جهوپڙي ڪڏهن بہ نہ ڊهي.

(2)

جا ونئن وجي تي چيز ڪنهن نازڪ نفيس کان،
آجي رهـــــي جا اوچ گذاري جـــــي ريس کان
پـــــڻ تي پناهہ ۾ رهـــــي حاسد حريص کان،
ڏاري نہ خــــاص خوف ڪو خوني خبيث کان.
*************
بي ڪُرف ۽ ڪڙي رهي سوکهي صندوقڙي،
الا! جهري مَ شال غريبن جـــــي جهوپڙي!

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ جيڪا نازڪ نفيس شين کان هميشہ پري رهي ٿي جنهن ۾ قيمتي شين جي ڪا جاءِ نہ آهي، جيڪا لالچ جي حرص ۽ ساڙ کان پاڪ آهي. جنهن ۾ ڪنهن خبيث ۽ پليت جو ڪو بہ خوف ناهي. جيڪا بنا تالي ۽ ڪڙي ۾ محفوظ آهي. الله سائين! غريبن جي اهڙي جهوپڙي ڪڏهن بہ نہ ڊهي.

(3)

ڄانگي چنو اڏيائون جو لامن لــــــــڪن منجهان،
ســـــادو اجهو سٽيائون پراڻـــــن پڪن منجهان،
ڪاڙو ڪيپائون ڪڙٻ جي ڪانن ڪکن منجهان،
پورهيــــــو پٽيائون پاڻ ۽ سرتن سڪـن منجهان،
*************
مفتي مـــــدد تي آيا مچي مـــڙس تي مڙي،
الا! جهري مَ شال غريبن جـــــي جهوپڙي!

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جنهن کي لامن لکن جي ڪانن منجهان ناهي اڏيو ويو آهي، جنهن کي پراڻن ڪانن، تيلن منجهان سادي گهر طور ناهيو ويو آهي. جنهن کي انهن مارو ماڻهن پنهنجي هٿ جي محنت ۽ هنر سان ٺاهيو آهي. سيئي نيڪ مرد ٻڌي ڪري هٿ هٿ وجهي ان کي ناهيو اٿن. الله سائين! غريبن جي اهڙي جهوپڙي ڪڏهن به نه ڍهي.

(4)

جنهن تي نه نقش ساز کي ڪو ناز تـــو رهي،
رازو ڊکڻ نه جنهن تي ڪو لوهار تو وهـــــي،
چوني، پٽر يــــا سر جو نه سر بار تي سهي،
"محصول جاءِ" ڳاهه جـــي هينيان نه جا ڳهي.
*************
مـــسواڙ بي مهار جي آهـــــي نه جا پڙي،
الا! جهري مَ شال غريبن جـــي جهوپڙي!

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جنهن ۾ نه ڪو چٽ چٽيل آهي ، جنهن تي نه رازي واڍي ۽ نه لوهار ڪم ڪيو آهي. جنهن ۾ نه چن، پٽر جو ڪم ٿيل آهي. جنهن تي نه ئي ڪو ٽيڪس وغيره لاڳو ٿئي ٿو، جنهن جي ڪا مسواڙ وغيره به ناهي. الله سائين! غريبن جي اهڙي جهوپڙي ڪڏهن به نه ڍهي.

(5)

سج چنڊ واجھ ٿو وجهي جنهن جي وٿين منجهان،
ترڪيو اچـــن ٿا ترورا تـــارن ڪتين منجهان،
پٽڪا ڪندي پچـي هوا جنهن جي پتين منجهان،
چٽڪار مينهن ٿو ڪـري چٽڪي چتين منجهان،
*************
قدرت سندي ڪـــمال، صحت لاءِ سوڪڙي،
الا! جهري مَ شال غريبن جـــي جهوپڙي!

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جنهن جي سوراخن مان سج ۽ چنڊ جي روشني اندر اچي ٿي، جنهن جي ديوارن جي سوراخن مان هوا تيزي منجهان اچي ٿي. مينهن پنهنجي چٽڪار ڪري ٿو. قدرت پنهنجي ڪمال سان غريبن کي جيڪا صحتمند رهڻ لاءِ سوکڙي ڏني آهي. الله سائين! غريبن جي اهڙي جهوپڙي ڪڏهن به نه ڍهي.

(6)

جنهن ۾ جشن مچي مٺي ڊوڊي جـــوار تي،
سادو گذر وجهي نـــه طبيبن تنـــــوار تي،
پورهيو وجهي ٿو واڌ وڏيري جمـــــار تي،
غالب پوي نه حرص خوشيءَ جي خمار تي،
*************
"بيوس" جتي جلائي نه چنتا جـــي چوڙي
الا! جهري مَ شال غريبن جـــي جهوپڙي!

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جنهن جهوپڙي ۾ جوئرجي اٽي مان ماني پچڻ تي خوشي ملهائي وڃي ٿي. سادو کاڌو کائڻ سان ڪڏهن به ڪا بيماري نه ٿي اچي. جنهن ۾ پورهيو ڪندڙ ماڻهو صحتمند رهن ٿا ۽ وڏي عمر ماڻين ٿا . هٽ ۽ وڏائيءَ نٿا ڪن. ”بيوس“ جتي گهٽتي ۽ پريشانيءَ جي ڪابه پرواهه ۽ باهه نٿي پڙڪي. الله سائين! غريبن جي اهڙي جهوپڙي ڪڏهن به نه ڍهي.

# 10.غلام احمد نظامي

## ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| بشر | انسان |
| تنگدستي | پئسن جي تنگي |
| مفلسي | غربت |
| ملت | قوم |
| مهندار | اڳواڻ |
| عدو | دشمن |
| بخت | نصيب |
| بيدار | سجاڳ |
| طفيل | ذريعي |

## غلام احمد نظامي (احوال)

غلام احمد نظامي 15 جون 1895ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سنڌس پيءُ جو نالو محمد صديق آهي. نثر توڙي شعر ٻنهي ۾ لکيو اٿس. پاڻ 1950ع ۾ ڪراچي ۾ وفات ڪيائين.

## بيتن جون سمجهاڻيون

## سچائي جو انجام

(1)

**سچائيءَ جو جيـــــــڪو طلبگار ٿيندو،**
**اهـــــو باغ جنت جـــــو حقدار ٿيندو،**

<u>سمجهاڻي</u>: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪو انسان سچائيءَ جي ڳولا ڪندو، اهو ئي آخرت ۾ جنت جو حقدار ٿيندو.

(2)

**خدا ڪانسواءِ مهل مشڪل ۾ ڪوئي،**
**نه حامي نه ساٿي مــــــــددگار ٿيندو.**

<u>سمجهاڻي</u>: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته الله سائين ڪانسواءِ مشڪل وقت ۾ ڪير به مددگار، ساٿ ڏيڻ وارو ڪو به ناهي.

(3)

**رهيو جي بشر ڪوبه غافل جهان ۾،**
**مصيبت ۾ آخــــــــر گرفتار ٿيندو.**

<u>سمجهاڻي</u>: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪو هن دنيا ۾ رهي غافل ٿيندو، اهو ئي آخرت ۾ مصيبت ۽ پريشانيءَ ۾ مبتلا ٿيندو.

(4)

**ڏسي تنگ دستي ۽ مفلسيءَ ۾،**
**پڄي ياءُ ڪان يــــاءُ بيزار ٿيندو.**

<u>سمجهاڻي</u>: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اهڙو وقت اچي ويو آهي جو تنگدستي، مفلسي ۽ غربت ۾ ياءُ ياءُ کان بيزار آهي ۽ هڪٻئي جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار ناهي.

(5)

**سدا پروسو جنهن جو آهي خدا تي،**
**سو دريائي غم مان تــــري پار ٿيندو.**

<u>سمجهاڻي</u>: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪو انسان هميشه الله تعاليٰ تي يقين رکي ٿو اهو ئي انسان مشڪلاتن ۽ مصيبتن مان الله جي مدد سان نڪري ويندو.

(6)

**ڪندو قوم جي جيڪو خدمت سدا،**
**اهو ملڪ وملت جــــو مهدار ٿيندو.**

<u>سمجهاڻي</u>: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪو ليڊر اڳواڻ قوم جي ڀلي لاءِ ڪم ڪندو اهو ئي قوم جو بهترين اڳواڻ ٿيندو.

(7)

اڇي پيش پوندو عدو خود ادب سان،
جڏهن هـــي ستل بخت بيدار ٿيندو.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ جڏهن توهان جو ستل ڀاڳ سجاڳ ٿيندو تہ توهان جو دشمن بہ اچي توهان جي اڳيان پيش پوندو ۽ توهان جا ڀاڳ جاڳي پوندا.

(8)

طفيل محمد "نظامي" خدا جو،
يقينا قيامت ۾ ديـــدار ٿيندو.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ اسان کي آخرت ۾ الله تعالىٰ جو جلوو حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي صدقي ضرور نصيب ٿيندو.

# 11. حاجي احمد ملاح

## ڏکين لفظن جي معنىٰ

| لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| دم | گهڙي، پل |
| خاڪ | مٽي |
| خاقان | بادشاهہ |
| خانگاهيون | محلاتون، درويشن جي رهڻ جو جايون |
| هم صلاحيون | ڪچهريون |
| سڳا سڳر | عزيز دوست |
| صبوحيون | شراب جي دنگي |
| جمعيت | طاقت واري جماعت |
| جمال | حسن |
| برهہ | عشق محبت |
| مانجهاندي | ٿوري دير |
| ماڳ | هنڌ |
| ورڻ | واپس ٿيڻ |
| ڪوهہ | ڇو؟ |
| ڳٽ ڳراهيون | غلامي جا طوق، ڀاڪر |
| پنارا | واسطہ |
| صاحبيون | حڪومتون |
| صلاحيون | ڳالهيون |

## مولوي حاجي احمد ملاح (احوال)

مولوي حاجي احمد ملاح ولد ناگيو ملاح 1877ع ۾ ڳوٺ ڪنڊي ضلعي بدين ۾ ڄائو. ديني تعليم حاصل ڪرڻ بعد مدرسي مظهرالعلوم ۾ مدرس ٿيو. 1932ع ۾مذهبي مباحثي ڪانپوءِ اتان هليو ويو. ۽ بدين ۾ ڪجھ وقت رهڻ ڪانپوءِ پنهنجو مدرسو قائم ڪيائين. مولانا صاحب قرآن پاڪ جو سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو پڻ ڪيو آهي. سندس شاعري ٻولي، لغت ۽ انيڪ گڻن سان ڀريل آهي. شاعري ۾ سندس منفرد انداز آهي. 12 ڪتابن جو مصنف آهي. 19 جولاءِ 1969ع تي بدين ۾ وفات ڪيائين.

## بيتن جون سمجهاڻيون

## خواب آهي يا خيال

(1)

دم ڪو آهيون يا نہ آهيون، خواب آهي يا خيال،
هي بزرگيون بادشاهيون، خواب آهي يـــا خيال.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ هيءُ دنيا جتي خبر ناهي تہ اسان هڪ گهڙيءَ لاءِ آهيون يا نہ آهيون. اهو سڀ خواب ۽ خيال آهي. هي اسان جون بزرگيون بادشاهيون بہ هڪ خواب يا خيال وانگر آهن.

(2)

خاڪ ٿيندا خــــــاڪ ۾، خاقان توڙي خـــــان سڀ،
هي خوشيون هي خانگاهيون، خواب آهي يـــا خيال.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ هن دنيا ۾ امير توڙي غريب سڀ مٽي ۾ ملي ويندا. اهي خوشيون، محلاتون سڀ هڪ خواب يا خيال وانگر آهن.

(3)

هيڪـــــلو آئين هتي، ويندين پڻ هتان هيڪـــــلو،
هڪ ٻئي سان هم صلاحيون، خواب آهي يـــا خيال.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي انسان! تون هن دنيا ۾ اڪيلو آئين ۽ هتان پڻ اڪيلو ويندين. هي اوهان جون هڪٻئي سان ملاقاتون ۽ مشورا سڀ هڪ خواب يا خيال وانگر آهن..

(4)

هي سڳا ۽ سڱر، هي صاحبيون هــــي صحبتـــون،
هي صبوحيون، هي صراحيون، خواب آهي يـــا خيال.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي انسانو! هي توهان جا مٽ مائٽ، عزيز دوست ، هي حڪومتون، هي توهان جون مدهوشيون سڀ هڪ خواب يا خيال وانگر آهن..

(5)

هي جواني يار جاني، هي جمعيت ، هي جمال.

هي بدن تي برھ باهيون، خواب آهي يا خيال.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ هي توهان جو جوڀن، هي توهانجا دلي دوست، هي توهانجو حسن ۽ جمال، هي توهانجو گرم جوشيءَ سان ملڻ سڀ هڪ خواب يا خيال وانگر آهن..

(6)

مائٽاڻو ملڪ پيو ڪو، هي تہ مانجهندي جو ماڳ،
راهہ ۾ ڪيئن رات راهيون، خواب آهي يا خيال.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي انسان! هي دنيا ٿوري وقت لاءِ آهي. اصل توهانجو ماڳ يا وطن ڪو ٻيو آهي. توهان هن ۾ ڪيسيتائين رهي سگهندو. هي سڀ هڪ خواب يا خيال وانگر آهن..

(7)

ڪر ورڻ واري وطن ڏي، ڪوهہ گذارين قيد ۾،
ڪيڏ ڳچيءَ مان ڳٽ ڳراهيون،خواب آهي يا خيال.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي انسان! پنهنجي اصل وطن ڏانهن واپس ٿيڻ جي ڪر. هي دنيا تہ قيد خانو آهي، ڇو وينو هتي وقت گذارين. پنهنجي ڳچيءَ مان غلاميءَ جون زنجيرون لاهي ڦٽي ڪر. هي سڀ هڪ خواب يا خيال وانگر آهن.

(8)

آهہ ”احمد“ چئي، امن جو آسرو الله وٽ،
ٻيا پنارا ۽ پناهيون، خواب آهي يا خيال.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ مون کي پڻ الله تعالىٰ وٽان سهاري جي اميد آهي. ٻيا سڀ سهارا ۽ پناهہ گاهون سڀ هڪ خواب يا خيال وانگر آهن.

## 12.رشيد احمد لاشاري

### ڏکين لفظن جي معنىٰ

| لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| ڏولارا | تڪليفون |

| متارا | طاقتور |
|---|---|
| پڌر | ڪليل |
| لعل | هيرا |
| دلداري | آٿت، سهارو |
| موڪن | ڪن |

## رشيد احمد لاشاري (احوال)

رشيد احمد لاشاري 1920ع ۾ ملڪدار ڳوٺ، تعلقي نصيرآباد ضلعي سبي بلوچستان ۾ ڄائو. ماهنامي ”نئين زندگي“ جو ڪجھ عرصو ايڊيٽر پڻ رهيو آهي. 20 سيپٽمبر 1970ع تي وفات ڪيائين.

## بيتن جون سمجهاڻيون

### ديس ڏني دلداري دل کي (قومي نغمو)

(1)

ديس ڏني دلداري دل کي،
ديس ڏني دلداري.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ مون کي منهنجي وطن، منهنجي دل کي آٿت ۽ دلاسو ڏنو آهي.

(2)

ڏور ٿيا سڀ ڏک ڏولاوا،
سک جي ٿي سرداري..... دل کي،
ديس ڏني دلداري

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ سڀ تڪليفون ختم ٿي ويون آهن ۽ سک غالب ٿي ويو آهي. منهنجي وطن منهنجي دل کي دلاسو ڏنو آهي.

(3)

مينهن وٺا ۽ ٿيون گلزاريون،
هر جا آهن باغ بهـــــــاريون،
خوش ڏسجن ٿا هاري ..... دل کي،
ديس ڏني دلداري

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ مينهن وسڻ ڪانپوءِ گل ڦل ٿڙي پيا آهن. هر جاءِ خوشيون ملهايون پيون وڃن. هاري ناري سڀ خوش آهن منهنجي وطن مون کي دلداري ڏني آهي..

(4)

مارو مرد متـــــــــارا مانجهي،

**محنت موکن صبح ۽ سانجهي،**
**بار کڻن تا باري................. دل کي**
**ديس ڏني دلداري**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته هن ديس جا ماڻهو طاقت وارا، مانجهي مڙس، رات ڏينهن محنت ڪن ٿا، ڏکن ۽ تڪليفن جو بار کڻن ٿا. مون کي منهنجي وطن اها دلداري ڏني آهي.

(5)

**ديس جي پکڙيل پٽر پٽن ۾،**
**جهنگلن ، جبلن ٿرن برن ۾،**
**لعل لڌا "لاشاري" ............... دل کي،**
**ديس ڏني دلداري**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته وطن جي ٽڙيل پکڙيل زمين تي جهر جهنگ، بيابان، ٿرن برن ۾ لاشاريءَ هيرا لعل لڌا آهن، ديس مون کي اهڙي دلداري ڏني آهي.

# 13. حافظ محمد احسن

## ڏکين لفظن جي معنىٰ

| لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| صداقت | سچائي |
| خادم | خدمت ڪرڻ وارو |
| خار | ڪنڊو |

| علمدار | جهنڊو کڻي هلندڙ |
|---|---|
| سالار | اڳواڻ، رهنما |
| مخدوم | جنهن جي خدمت ڪئي وڃي |
| الفت | محبت |
| واسي | رهندڙ |
| گويا | چڻ |
| بي خار | بنا ڪنڊي |

# حافظ محمد احسن (احوال)

سندس والد جو نالو جمع خان چنا آهي. حافظ صاحب 12 اپريل 1900ع تي ڳوٺ ملڪاڻي ضلعي دادو ۾ ڄائو. تعليم سنڌي، فارسي ۽ عربي هيس. نثر ۽ شعر ٻنهي ۾ لکيو اٿس. مذهبيات ۽ اخلاقيات سندس پسنديده موضوع آهن. 16 ڪتابن جو مصنف آهي.

حافظ صاحب 86 سالن جي عمر ۾ 18 جون 1986ع تي وفات ڪيائين.

## بيتن جون سمجهاڻيون

## سينگار وطن جو

(1)

تي خوب وطن واسي وفادار وطن جو،
سينگار وطن جو
هر ڪم ۾ ۽ هر دم ۾ تي آڌار وطن جو،
سينگار وطن جو

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اي وطن دوست ! توڪان جيترو به ٿي سگهي پنهنجي وطن سان وفاداري ڪري، وطن جو سينگار بڻج. هر وقت هر ڪم ۾ وطن جو سهارو بڻج ۽ ان جو سينگار ٿي.

(2)

**جنهن ڪي ٿي وطن پنهنجي سان الفت ۽ محبت،**
**سيني ۾ صداقت**
**هر حـــــال ۾ سو ٿئي ٿومددگار وطـــــن جو،**
**سينگار وطن جو**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جنهن ڪي پنهنجي وطن سان محبت، پيار ۽ سچائي آهي. اهو ماڻهو هر حال ۾ پنهنجي وطن جو مددگار ٿي ان جو سينگار بڻجي پوي ٿو.

(3)

**رک سر تون تريءَ تي ٿي سدا مرد مجاهد،**
**ٿي حضرت خالد،**
**سالار سپهه جو ٿي علمدار وطـــــن جو.**
**سينگار وطن جو**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته تون سدائين پنهنجي وطن جو مرد مجاهد ٿي سر تريءَ تي رکي. حضرت خالد بن وليد رضہ جيان اسلام جو سچو سالار ۽ علمدار ٿي، وطن جو سينگار ٿي ڏيکار.

(4)

**مخدوم ٿيڻ چاهين ٿو ته ڪر قوم جي خدمت،**
**رک ديس سان الفت**
**ٿي خوب وطن دوست ۽ دلدار وطـــــن جو،**
**سينگار وطن جو**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪڏهن تون پنهنجي خدمت ڪرائڻ چاهين ٿو ته پوءِ قوم جي خدمت ڪر. پنهنجي ديس سان پيار ڪر. پنهنجي وطن جو دوست بڻجي ۽ پنهنجي وطن جو دلدار ٿي ان جو سينگار بڻج.

(5)

**هي پاڪ وطن آهي اسان جي لئي ”احسن“،**
**گويا ٿيو گلشن،**
**هرڪو گل ۽ گلشن ٿيوبي خاروطن جو،**
**سينگار وطن جو**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اي احسن! هي اسان جو پاڪ وطن اسان لاءِ ڄڻ هڪ باغ جي مثل آهي. هن گلشن ۾ هر هڪ گل بنا خار يعني بنا ڪنڊي جي آهي.تون پنهنجي وطن جو سينگار بڻجي ڏيکار.

# 14.مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ رحہ

## ڏکين لفظن جي معنىٰ

| لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| اطوار | طور طريقہ |
| پوتار | وڏيرا |
| تهذيب | اٿڻ ويهڻ |
| زردار | دولتمند |
| ڪچ | ڪوڙ |
| وير | سچا |
| وينجهار | پارکو، چاٽو ماڻهو |
| ور | مڙس، گهوٽ |
| مٽين | هيرن |

## مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ رحہ (احوال)

مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ"04 آڪٽوبر 1919ع تي هالا ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ جو نالو مخدوم غلام محمد آهي. پاڻ حضرت نوح رحہ جي سلسلي جا 16 سجاده نشين هئا. مخدوم صاحب سياسي ، تعليمي ۽ ادبي خدمتون سر انجام ڏنيون آهن. پاڻ قومي اسيمبليءَ جا ميمبر رهيا. طالب المولىٰ هاسٽل هالا، طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادو سندس تعليمي خدمتن جو ثبوت آهي. پاڻ جميعت الشعراءِ سنڌ جا صدر، بزم طالب المولىٰ جا سرپرست، لطيف يادگار ڪميٽيءَ جا ميمبر ۽ سنڌي ادبي بورڊ جا ميمبر ۽ چيئرمين رهيا. سنڌي ٻولي ادب ۽ سنگيت سان بيحد چاهه هئن. پاڻ اعلىٰ پائي جا شاعر هئا. نثر توڙي نظم ۾ سندن ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن. پاڻ 11 جنوري 1993ع تي وفات ڪيائون.

# بيتن جون سمجهاڻيون

## غزل

(1)

**عجب آهي زماني جا اهي اطوار مٽجي ويا،**
**وڏا سرادر مٽجي ويا، وڏا پوتار مٽجي ويا،**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته مونکي اڄڪلهه جي وقت تي حيرانگي آهي، جو اڄ اهي زندگي گذارڻ جا طور طريقا ئي بدلجي ويا آهن. وڏا وڏا پئسي وارا زميندار، وڏيرا به بدلجي ويا آهن.

(2)

**اهو اخلاق، اها الفت، اها تهذيب ڪانهي ڪا،**
**غربن ۾ اجا ڪجھ آهي پر زردار مٽجي ويا.**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اڄڪلهه اهو پيار، محبت، اخلاق، اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ نه رهيو آهي. غريب ماڻهو وري به ان ڳالهه جو خيال رکن ٿا پر دولتمند ته صفا بدلجي ويا آهن.

(3)

**ويو ويچارو سچ گم ٿي، رڳو ئي ڪچ وڪامي ٿو،**
**لڏي ويا وير واپاري ۽ خود واپـــــــار مٽجي ويا،**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته سچ جي اهميت ئي نه رهي آهي. سچ کي ڪير ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهي. هر طرف ڪوڙ ئي ڪوڙ پيو هلي، اهي سچا واپاري مري ويا. هاڻ واپار ڪوڙن ماڻهن جي هٿن ۾ آهي. اهو واپار ئي بدلجي ويو آهي.

(4)

**پتل کي سون سمجهن ٿا، چون ٿا هيرو شيشي کي،**
**ڏسو ڇا ٿي ويو جو سڀ وينجهار مٽجـــــــي ويا.**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اڄڪلهه سون ۽ هيري جي سڃاڻپ ڪرڻ وارو ڪوئي ناهي رهيو. تنهن ڪري پتل کي سون ۽ شيشي کي هيرو سمجهيو پيو وڃي. ڏسو ته هن زماني کي ڇا ٿي ويو آهي جو هڪدم اهي پارکو ئي بدلجي ويا آهن.

(5)

**نه عزت هاڻي اشرافن جي محفوظ آهه اي يارو!**
**وڏن تي ڇا ميار آهي جو ننڍڙا ٻار مٽجي ويا.**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اي يارو! اڄڪلهه هن دور ۾ شريف ماڻهن جي عزت به محفوظ ناهي. هاڻ ڀلا وڏن کي ڪهڙي ميار ڏجي ، اڄڪلهه ته ننڍڙا ٻار به مٽجي ويا آهن.

(6)

**جي ليلا اڄ هجي ها وَر مٿي ها ڪين مٽين تي،**
**قسم رب جو تہ هيرن جا اچوڪا هار مٽجي ويا.**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو تہ جيڪڏهن اڄ ليلا هجي ها تہ چنيسر ڪي هيرن جي هار تي نہ وڪڻي ها. قسم الله جو اچوڪا هي هيرن جا هار ئي بدلجي ويا آهن.

(7)

**پراون تي پيلا ڪهڙيون مياروں "طالب المولىٰ"**
**هو نانيپڻ جا ئي ساٿي نيٺ ڪارا وار مٽجي ويا.**

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر پنهنجي پاڻ کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ اي طالب المولىٰ غيرن ، ڌارين ۽ پراون تي ڪهڙيون ميارون ڏجن، اهي جيڪي ننڍپڻ جا ساٿي ڪارا وار هئا سي بہ اڄ اڇا ٿي بدلجي ويا آهن.